# تخليق جو موت

(چونڊ ڪهاڻيون)

خيرالنساءِ جعفري

سنڌي اڪيڊمي
474 صدر حيدرآباد

سورهہ سنڌي ادب




صاحب خان ·سورهہ· ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# تخليق جو موت

(چونڊ ڪھاڻيون)

خيرالنساء جعفري

سنڌي اڪيڊمي
474 صدر حيدرآباد

سنڌي اڪيڊمي جو 11 ڪتاب



ڇاپو ] [ پهريون

جنوري 1978ع

قيمت

سادو پنو [illegible]

اوچو پنو 10-00

TAKHLIQUE JO MAUTE: Short Stories in Sindhi Written by Khair-ul Nissa Jafri Published by Aslam Laghari Secretary Sindhi Acedemy474 Saddar Hyderabad Sind Pakistan. Ist Edition.

ڇپائيندڙ: اسلم لغاري سيڪريٽري سنڌي اڪيڊمي

ڇپيندڙ : پرفيڪٽ پرنٽرس 474 حيدرآباد

# ٽڪا مٺا ٻول

خيرالنساء کي لکندي ورهيه ڪون وهاڻا آهن، اڃان هاڻوڪي ڳالهه آهي. صفا ڪالهوڪي، پر سندس پهرين ٽي ڪهاڻين ۾ ايتري پختگي آهي، جو سالن کان لکندڙ تجربيڪار، نامورن اديبن جي صف ۾ اچي بيٺي آهي. سٽاءُ، ٻيهڪ ۽ ٽيڪنڪ ۾ سندس ڪهاڻي پهرين صف جي ڪهاڻين ۾ شامل ڪري سگهجي ٿي. نئين ٽهيءَ جي هي ليکڪ خاص ڪري نفسيات جي استاد هوئڻ ڪري ماڻهوءَ جي اندر ۾ جهاتي پائڻ چڱي طرح ڄاڻي ٿي ۽ اهوئي سبب آهي جو سندس ڪهاڻين جا ڪردار ايترو اڀري ايندا آهن جو داد ڏيڻ کانسواءِ رهي نه ٿو سگهجي.

سندس ڪهاڻين جو هي ڪتاب ڇاپڻ جو پهريون ۽ پويون مقصد اهو آهي ته جيئن سندس همت افزائي ٿئي ۽ هو وڌيڪ لکي. جي هو لکندي رهي ته سمجهو ته اسان جو هيءُ قدم سجايو ويو.

سنڌي اڪيڊميءَ جو هي يارهون ڪتاب آهي هن کان اڳ اوهان اسانجا ١٠ ڪتاب پڙهيا هوندا ۽ اميد تہ پسند آيا هوندا اسان جو ايندڙ ڪتاب الطاف شيخ جو لکيل سفرنامو آهي. جيڪو بہ جلد حاضر ڪبو.

وڏيڪ جيئي سنڌي ٻولي

**اسلم لغاري**

پنهنجي مامي عزيز جي نالي......!!!

جنهنجي اوچتي موت وجود ودي ڇڏيو.

خيرالنساء

# وچور

# گڏي، خيرو ۽ خيرالنساء جعفري

گڏي، خيرو ۽ خيرالنساء جعفري- هڪڙو ماڻهو هڪڙو روپ، تي نالا جنهن کي جهڙي ڏسڻ ۾ آئي، انهيءَ کڻي اهڙو نالو رکيو هوندس. اک اک جو ڦير آهي، سوچ سوچ جو تفاوت آهي نہ تہ خيرالنساء آهي تہ هڪڙيئي روپ رنگ جي مالڪ. وقت جي نزاکت کي اک ۾ رکي پنهنجو روپ کونہ بدلائي. جهڙي پرپٺ هوندي اهڙي منهن تي. منهن تي جيڪڏهن شينهن شير خدا جو سڏائي تہ پوءِ گدڙن وارا ڪم کونہ ڪندي. ان ڪري 'سڙس ماڻهو' هئڻ جي باوجود پنهنجو پاڻ کي 'شيردي بچي' چورائڻ جي ڪوشش ئي ڪانہ ڪئي اٿس، جيتوڻيڪ انهن رسمن جو ڪاروبار ادب جي دنيا ۾ چوٽ تي چڙهيل آهي. بقول هڪ دوست جي تہ جنهن وچولي طبقي مان خيرو ڪُنهيءَ وانگر ڦُٽي نڪتي آهي، اتي masks سان مارڪيٽ پريا پيا آهن. جيڪو ڪپيئي سو منهن تي چاڙهه، جيئن ڪپيئي تيئن هل.

ننڍپڻ لاءِ سندس نالو 'گڏي' رکڻ وارو ڪو مستقبل جو نجومي تہ نظر اچي. معاملو ڪيترو بہ

ڏيان طلب هجي، معاملي ۾ قاتل ماڻهو ڪيترا ئي ويچارا هوندس پر سندس منهن تي اڀري تہ معصوميت سادگي ۽ لاتعلقي ڇانيل هوندي آهي جو ڪيس بي اختيار گڏي ڇوڻ تي دل چوندي آهي، پوءِ ڇوڻ واري جي عمر ڇا بہ هجي. ڇوڻ وارو ڇاهي ست سالن جو ٻار هجي يا ويهن سالن جو پوڙهو. مونکي تہ شڪ آهي تہ سياڻ جيڪو اولاد ڏيندس، اهو بہ ڪيس 'امان' جي بدران 'گڏي' نہ چئي وٺيس. قد بت ۽ ڪپڙن ۾ بہ گڏي لڳندي آهي. ڪنهن ڳالهہ پٺي ڪئي تہ شادي وقت جڏهن ڪيس سنواري سينگاري سندس سهيلين سهرا پئي ڳايا تہ انهن کي پنهنجو ننڍپڻ ياد اچي ويو ۽ جڏهين هو گڏيون پرڻائيندڙيون هيون. هونئن تہ هرڪا عورت شادي ڏينهن وقت 'گڏي' هوندي آهي- پر هيءَ تہ شادي ئي گڏي جي هئي.

آرٽس فئڪلٽيءَ جي نراليءَ دنيا ۾ ڪير ڪنهن کي سڃاڻي نہ سڃاڻي، ڪير ڪنهن تي مڃ ڇنڊي يا نہ ڇنڊي- گهڻيءَ خلق خدا جي ڪاريڊارن جو فرش پيئي ڪڇي، پر جڏهن خيرو، ليلاءَ تنوءَ جو قافلو ليڊيز روم مان نڪري ڪاريڊار جي فرش تي پنهنجا پير ڌريندو آهي، تڏهين فرش ڪڇڻ جي بدران وڃڻ شروع ڪندو آهي ۽ ڪڪريون اڏامنديون آهن.

ليلاٰ کي ڇڳيٽريءَ جو پٺڪو ٻڌي اڳيان هلڻ جي عادت آهي، ائين ڪندي جيڪڏهن ڪنهن کي اڳيان

تنگ ڏيئي ڪيرائڻو پوي ته انهيءَ ڏنڊي کي توڙ
تائين پهچائڻ ۾ عيب ڪونه سمجهي. پر خيرو سائس
ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي جوڙ تي هلندي ۽ پويان تنو
ائين پئي ايندي چڻ چينئوريءَ تي چڙهي هجي، پر
سات ڪونه ڇڏيندي. ڪاربدار ۾ هلندي سڄيءَ خلق
کي منهن ڏينديون اينديون. ڪٿي ڪنڌ جي لوڏ،
ڪٿي مٺا اکر، ڪٿي ڪڙا ۽ تيز اکر، ڪٿي ٽڪ
ٻجو. ڪين پري ڪان ايندو ڏسي کي 'ڏريون'
اٿ پکيءَ وانگر واريءَ ۾ مٿو لڪائينديون نظر اينديون
پلا جي ڪنهن جي ٻنهين سر تي اچي پيئيون ته پوءِ
ٿوري گهٽي وات ٽڪائي ڪري جند ڇڏائڻ جي ڪندو.
ليلي سان ته هٿي ڏٽي پڇي وڃجي. پر خيرو...؟ اسان
جا ته پئي هٿ ڪنن تي آهن. جنهن کي ڪٿي ڪٿي...
خيرو ڳالهائيندي، ليلا وارو ڪڍائيندي، تنو ٺهڪ ڏيندي
۽ سامهين ڏر جي پرن هيڻان واري نڪرندي. ڪنهن
ماڻهوءَ کي پنهنجي رحم جي جذبي کي آٿت ڏيئي
هجي ته اهڙيءَ محفل جو پاسو جهلي. مجال آهي جو
خيروءَ جو جملو ڪسي! سنڌ اچي جهليندو. زبان جي
ملهه جو انگ سجهيس. ڪهڙو حملو ڪهڙي
هنڌ تي ڪجي، ان جي وچا اٿس. ائين ڪرڻ وقت
خيروءَ جي 'معصوم گڏي' پر ڪري الائي ڪيڏانهن
اڏامي ويندي آهي. ههڙو ڏکيو ڇيڙ مون ڏٺو، هٿ هٿ
ڪري وٺندي آهي. ان ڪري گهٽيئي خلق ڪائنس

الرجک آهي.

خيروءَ جهڙو دوست دنيا ۾ ملڻ مشڪل آهي، خيروءَ جهڙو دشمن دنيا ۾ ملڻ مشڪل آهي. ڪهڻگهرائي ۾ سر ڪپي وڃ، ڀڙڪ ڪانه ڪيندي. ڏک سک ۾ ٻئي ڪلها وهي ويندي. قاتل دل جي مالک آهي، سو به اهڙيءَ دنيا ۾ جتي دلين جا دروازا نه رڳو بند هوندا آهن پر مٿن پنج سيرا ڪلف به لڳل هوندا آهن. خلوص خرچ ڪرڻ وقت ٻئي هٿ ڪليل هوندا اٿس. روايتي سخين وانگر هٿ لڪائي خلوص خرچ ڪونه ڪري. جيڪا چلهه تي سا دل تي. ڳالهه ڪبي ته کلي ڪبي ۽ صاف صاف ڪبي. ڪنهن کي وٽي، نه وٽي، ان ۾ خيروءَ جو نکو اڏ نکو تين پتي.

خيرو دشمن ٺيٺ جي فن کان به چڱيءَ طرح واقف آهي. دشمنيءَ (عارضي) کي هڪڙيئي ڏک ۾ چڏائي ڏيندي، پوءِ جي رينگ رينگان ۽ گيهل گيهلان مان نه چائي. ذاتي طرح ته نقصان اصل نه ڏيندي، باقي زبان جي جهٽڪي مان ايترو گهرو چير ڏيئي ويندي جيڪو پوءِ ڏينهن تي وڃي چٽندو ۽ خيروءَ کي اها خبر ئي ڪانه هوندي ڳالهه آئي ويئي ٿي ويئي، ٻرائين قبرن کوٽڻ مان ڪهڙو فائدو! هونئن به خيرو ويچاري مستقل دشمني رکي ڪانه چائي. 'منهن تي سچ چوڻ' جي بندوق جي گهوڙي تي هر وقت هٿ هوندو اٿس. نشانو ورچڙهي آيس ته گهوڙي تي آڱري دٻائيندي

ڏير ڪانه ڪندي ۽ ظالم جو نشانو اهڙو پڪو آهي جو شست ئي ڪانه ٻڌي، بارود جي دونهين وچان رڳو ڪنپڙاٽيون اڏرنديون نظر اينديون.

رسڻ پرچڻ ۾ خيرو پين اديبن وانگر آهي. ڪڏهن ته مٿانئس هاٿيءَ جا پير چاڙهي ڇڏينس ته ڪانه ڪڇندي ۽ ڪڏهن مک جي پڙڪي تي ڳالهه 10 تان چاڙهه ڪائي 1000 تي وڃي پهچندي. ڳالهه، نه ڳالهه جو پيچ، خيرو پٺي پچرندي. گهڻگرن سان ڊايالاگن جي ڏي وٺ پيئي هلندي. سندس ذهانيت ڊايالاگن ۾ پيئي وٺ ڪائيندي ۽ ڦوهاڪا ڏيندي. اهڙن سندن تان جهلبيندي، جو ويندا هٿ پير ٽرندا. اهڙن ڏکين وقتن تي درف ايلا ئي اهڙي شخصيت آهي، جيڪا پنهنجا هٿ پير بچائي ويندي بلڪ ڪڏهن ڪڏهن خيروءَ کي سچي توت پرٽي پوندي آهي. قاسم ٻگهيو، جيڪو ڊايالاگ اچلائي هڻڻ جو ماهر آهي، هر وقت ڊايالاگن جو دڪان کليل هوندو اٿس، اسان جهڙين جهنگ جي بلائن کي به ڊائيلاگ هڻي سيڪاري ڇڏيو اٿس، ان کي ڏس ڏيندس ته، ”پٽ! ٻه ٽي سبق خيروءَ کان پڙهي اچ، اها هٿ نه اچنئي ته ليلا جا پير جهل.“

گهڻگرن سان رسڻ پرچڻ ۾ البت خيرو هڪڙيءَ ڳالهه ۾ پين اديبن کان ڌار بيٺل آهي. اها هيءَ ته خيروءَ جي ڪاوڙ چڱي خاصي ڊيگهه وٺيو وڃي. هٿي هٿي وڌيءَ جا ڪوڙ ڪانپوءَ سرچندي آهي. ۽ جڏهين

سرچندي آهي، تڏهن اکيان ڪارا ڪيل سپ پنا ۽ رکو ڦاڙيندي آهي، پر انهن کي ساڙي به ڇڏيندي آهي، جيئن ته جيترو به نشان نه رهي. جن پوتن ۾ اڪ چڙيون ڦٽنديون هيون انهن ۾ ڪل ڦٽي لڳندا آهن.

خيرو اٺ وهڻ، ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾ عورت جي بجاءِ مرد وڌيڪ لڳندي آهي. ڪهڙي به ڳالهه اکيان اچيس ته ڪن ڏار نه ڪندي ۽ نه وري وٺبي سٺبي. عام ڇوڪرين وانگر ذهني تحفظات ته صفا نه رکندي آهي. سچ سان اک ملائيندي چنپيندي به ڪونه، ان ڪري ڪتان به اتي ويندي ته پويان 'حيرت' جا نشان ڇڏي ويندي. نه رڳو ڳالهائڻ ۾ پر ڪائڻ ڪارائڻ ۾ به مڙس ماڻهو آهي. گهڻگرن کي ماني ڪارائڻ جي شوق سان گڏ پاڻ به 'ڪائڻ' جي شوقين آهي. جنهن ماحول ۾ جانهن جو ڪوپ به غنيمت آهي، اتي خيروءَ جا عت 'هٿ جنين جا هئين...' هوندا آهن. ماني ڪارائڻ لاءِ خيرو باقاعدي سازش سٽيندي آهي، چار وڇائيندي آهي، منصوبو گهڙي ان تي عمل ڪندي آهي. اڄ نه، ته سڀاڻ، سڀاڻ نه ته پرينهن ڪونه ڪو 'مهمان' ڦاسي پوندو آهي ۽ خيروءَ جي ماني ڪائي پوءِ هر وقت ان جار ۾ ڦاسڻ لاءِ واجهه پيو وجهندو آهي.

هاڻ اچون خيرالنساء جعفريءَ تي.

گڏيءَ مان خيرو ۽ خيروءَ مان خيرالنساء ٿيڻ ۾ وقت ته الائي ڪيترو لڳو، پر ان لاڳيتي عمل جي

رسمي ۾ اهڙيون ڪي گهڙيون نہ آهن جنهن جي نشاندهي ڪري سگهجي. پر خيرو ادب جي دنيا ۾ وڏي شان مان سان گڏائي وڃائي خيرالنساء جعفري ئي آهي.

سنڌي افساني جي ارتقا ۾ ماڊرن جي نئين روپ ۾ مشتاق شوري جي ناالي ڪانپوءِ ڪجهہ وقت ماٺار ۾ اچي ويئي ۽ ڪو اهڙو نئون نالو ڏسڻ ۾ نہ آيو، جنهن کي سٺن ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻائي سگهجي. ڪهاڻي ۾ نيون فڪري راهون ڳولي لهڻ پنهنجي جاءِ تي پر هڪ تازي تواني 'ناالي' جو وجود ۾ اچڻ، جيڪو هن پيڙهيءَ ۾ پڙهندڙن کي پليون ڪهاڻيون ڏيئي سگهي، وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي. پوءِ چاهي ڪٿي ان ڪهاڻيڪار نيون فڪري راهون ڳولي نہ لڌيون هجن. پر سنڌس فن ۾ زندگي، نواڻ ۽ 'مستقبل ڏانهن سجيل آڳر، هجي. سنڌي افساني جي اها ڪمي خيرالنساء جعفري جيتوڻيڪ هوندي تہ ڪافي وقت اڳ کان ڪهاڻيون لکندي اچي، پر سنڌس اندر ۾ ويٺل آرٽسٽ سنڌس تخليق "تخليق جو سوت" ۾ پڌرو ٿي پيو. ان بعد سنڌس ڪهاڻي ١٩٦٧، ٦٨، ٦٩ ڇپجي پڌري ٿي (جيڪا ڪافي وقت اڳ جي لکيل هئي) ۽ ان کانپوءِ "حويليءَ کان هاسٽل تائين" لکي اٿس جيڪا ليکڪ جو نالو چٽن اکرن ۾ لکائي ڇڏيندي ۽ ايندڙ ادبي پيڙهين ۾ بہ ياد ڪئي ويندي.

خيرالنساء جعفري ڪهاڻي لکڻ وقت پنهنجي ماحول
طبقي ۽ ان طبقي جي بي پاڙن ڪردارن کي پاڻ سان
ڳنڍيل رکيو آهي. اهڙائي ڪردار ڪٿيا اٿس جيڪي
سندس آسپاس موجود آهن ۽ سندس ماحول سان گهاٽو
تعلق رکن ٿا. نہ تہ شيرين ڪارنر جي ڪنهن ڪمري
جي ٽڏيءَ "ڪنڊ ۾ ويهي هارين نارين جون ڳالهيون
ڪيون اٿس ۽ نہ وري ٽنڊي ولي محمد ۾ رهي ڪري
جيٽ ايج جو پوٽ سوار ٿيو آهي ۽ نہ وري مغربي
ادب جا چاليهارو سال اڳ جا ڦٽا ڪيل خيال ٻست بڻ
مان ڪڍي، پنهنجي منهن تي ملي، پنهنجو پاڻ کي
زوري ماڊرن ازم جو شڪار بڻايو اٿس ۽ پنهنجي اصلي
شڪل ڦٽائي ويهي رهي آهي. اهائي سندس فن جي
وڏي ۾ وڏي سچائي آهي. ها، البت ٻوليءَ جي نڪتہ نگاهہ
کان ڪن جڳهين تي مٿس اعتراض ڪري سگهجي ٿو،
جيڪو اڳتي هلي مسلسل لکڻ سان ختم ٿي سگهي ٿو.

ڪهاڻي جي ڪردار کي، جيئن بہ آهن، جهڙا
بہ آهن، قبول ڪري، پنهنجو پاڻ کي انهن کان ڇني
ڌار ڪري، غير جانبدار ٿي، انهن کي لکت جي سڃاڻ
۾ آڻي Sure realism جي سڪتہ فڪر ۾ اڄڪ جي
بدران خيرالنساء جو نياڻ مختلف قسم جو آهي. اهو
ئي تہ خيرالنساء پنهنجن ڪهاڻين جو ڪردارن سان
'نسبتا وڌيڪ Involve' ٿيل آهي ۽ هر ڪردار ۾
۾ خيرالنساء سڄي ساري تہ نہ پر سندس پاڇولا ڏسڻ ۾

اڄڻ تائين ڪري ڪيس بنا شڪ جي sure realism
جي مڪتبہ فڪر ۾ ڳڻائي سگهجي ٿو. (هت اهو به
سوچڻ گهرجي تہ اسان وٽ ٿيندڙ ہرڪ ۾ فن جي جوڙجڪ
جي مڪتبہ فڪر جي نڪتہ نگاهہ کان تمام گهڻين
ڪهاڻيڪارن کي realist سمجهيو وڃي ٿو. حالانڪ
ائين نہ آهي. مثلا جمال ابڙي، غلام رباني ۽ سنهنجي
لاءِ اهو چيو ويندو آهي تہ اهي social realist آهن
پر حقيقت انهن تنهين ليڪن جون ڪهاڻيون غور
سان پڙهبيون تہ ليڪن جي ڪردارن سان گهري
Involvement ڏسڻ ۾ ايندي ان ڪري کين realist
چوڻ بدران جيڪڏهن sure realist چيو وڃي تہ بهتر
اسان وٽ سنڌيءَ ۾ Social realism جا سٺا مثال
رسول بخش پليجو، نسيم کرل ۽ غلام نبي مغل آهن
هت وري اهو سوال اٿندو تہ ڪردارن سان Involvement
جي سلسلي ۾ آخر جديد نڪتہ نگاہ رکندڙ ڪهاڻيڪارن
Stream of ConciousnessExistantialism جن جو تعلق
۽ بئي جديد فڪر سان آهي، انهن کي ڪٿي بہ لکجي
مثلا آغا سليم، مانڪ، مشتاق شورو ۽ شوڪت حسين
شوري جون ڪجهہ ڪهاڻيون؟ــــ ان لاءِ عرض آهي
تہ ڪردارن سان 'نسبتا وڌيڪ' Involve هئڻ جي
بجاءِ مڪمل طرح تي Involve آهن، بيءَ صورت ۾
هو خود پنهنجا ڪردار آهن.

بهرحال خيرالنساء جعفريءَ جو فني نڪته نگاه کان
کهڙي به مڪتبہ فڪر سان تعلق هجي پر ڪهاڻيءَ
ڏانهن سندس سخت Artistic approach هئڻ ڪري
سندس ڪهاڻيڪارن ۾ اوچو مقام آهي.

**— عبدالقادر جوڻيجو**

# حويليءَ کان هاسٽل تائين

ڇا آئون به، ڪائي موهل آهيان! ڇا ڀيٽ ڪري ڀاڪر ۾ ڀري رات جو ويس ڪري اندر جي آڇل کي آٿت ڏيئي سگهان ٿي ـ؟ ڇا منهنجو جيون! هي جيون به ڪوئي ريڊيو اسٽيشن آهي جو ڇپيل پروگرام جي جاءِ تي باقي ڪوئي به پروگرام ڇيڙي سَن ڪري ماٺو ڪري سگهي ٿو! اِهي به سوال آهن ـ جي اڪثر غير سرد جيان منهنجي ذهن کي جسم سمجهي ڇنبڙي پوندا آهن ـ ۽ آئون پڙهيل ڪيل اتم زادي ڪنولي تي ليٽندي ليٽندي اِنهن ڏارين مگر خصي ٽيل خيالن مان حامل ٿيندي ٿيندي رهجي ويندي آهيان ـ ۽ سندم خانداني تقدس واري برتريءَ جو ڀرم ويندي ويندي رهجي ايندو آ ـ آهو ڀرم جو منهنجي پڦيءَ کان نڀاهيو نه ٿيو ـ هن کي ... رهجي ويو ۽ آئون ... رهڻ ڪان

رهجي ويندي آهيان. دراصل ... رهڻ ۽ ... رهجي وڃڻ پنهنجي نوع کان ٻه مختلف جملا سهي پر فرق منجهن فقط ٿورڙي ڦير جو آ. جو بلصراط جيان هڪ کي زوريءَ جنت جون چاڙهيون سڙهيو دين دنيا ۾ پنهنجن سرخرو ڪيو ڇڏي ۽ ٻين کي خواريءَ جي ڪاري سان ڏرم سان ڏڪيو ڏار ڪري ... اِن ليڪي سان ڇيون کي ڏاگهي جيڏا ڏک پائيندي به پڻيءَ جي مقابلي ۾ ... پاڻکي چڱي بخت جو پانيان ٿي.

سچان ٿي مقدس آهي هيءَ حويلي. جنهنجي اوچين ديوارن تان سج صدين کان لنگهڻ ڇڏي ڏنو آهي. ڏينهن جو ته هن حويليءَ تان ڪڏهن گذر ٿيو ئي ناهي نه ـ هر وقت، هر سو رات ئي رات سان وسڻ پرچڻ ٿيندو رهندو آ. پوءِ جتي ڏينهن اچڻ ڇڏي ڏين. صرف رات ئي رات جو ديرو دکندو رهي، آتي ناجائز مال ڪيڏو نه آپائي ۽ نپائي سگهي ٿو. پر سچ پچ صرف آپائي ئي سگهجي ٿو. سڏي طرح نپائي هرگز نه...

۽ تڏهن سرخروئيءَ جو وچولو انداز اسان ٻيو به سوچيو هو. پنهنجو خانداني تقدس به روا رهي. ۽ جسم کي جيئڻ لاءِ پارڻ به مهيا ٿيندو رهي، جي ٻن مختلف، پر ضروري تقاضائن کي نڀائڻ جو هڪ نئون انداز. سولي ۽ سپتي وجهه سان. تڏهن جڏهن حويلي جا ڪنگر مٿي تمام مٿي نهائين مٿي هجن، ۽ حويليءَ جي

ويڙهن ۾ اندر- تمام اندر تهائين اندر مسندن تي روح
کي رانهڻ لاءِ خدمتون خاص آنهن جون هجن - جن
جو سڳ صدين کان ازان جي آواز ناتي 'بلال' جي
لچ سان مليل هجي- مسندن تي شهزادين سمان
حاڪم زاديون- پيرانديءَ پريل بدن، زنجيري وارن ۾
چنجهي اکين سان حبشي ٻانهيون- پر جن تي روح جا
راز- ايذا جو الاءِ ڪيتريون بيوس اکيون، ۽ پنيا وار
متائن واري چڏجن، جبريلي جوت آڪا سندن پيڪا
چڏيندڙ بدن ۾- جو هڪ دفعو سيني سان لاهين ته سئو
ورهن جا ڏکڙا لحظي ۾ لهيو وڃن.

ڪنولي جي هيءَ نوار...

الاءِ ڪهڙو محرڪ آهي هن نوار جي نرميءَ ۾
ٻ- جو هن تي ليٽنديئي الاءِ ڪهڙن ڪهڙن
ويچارن سان ويڙهجي ويندي آهيان- الاءِ ڇو ننگائپ
اچي ويندي اٿم، سوچن ۾- مريض بنجي ويندي آهيان
مانسڪ جي- هيڏي حويليءَ ۾ آهي ڪا ٻي مون جهڙي
گهيلي نينگر- ماڻهن ليکي نينگر پڙهي لکي سنجيده ۽
سئو يري تي پئي آهي - پر منهنجي هن من ۾ جا پاٽي پٽ
متل آهي ان جا ليا ڪا ته ڪڏهن کو اکين مان به
پائي نه سگهيو- آڙي علم ته انسان کي حالتن سان
نباه ڪرڻ سيکاريندو آ- پوءِ مون ڇو حالتن کي ڦيرڻ
لاءِ خود حالتن سان ئي ڦيت ڪائي هئي؟... گهڻو وقت

آگي هڪ اهڙي بغاوت تي پنهنجي حويلي ڇڏي هاسٽل
ڪان وچي نڪتي هئس، نه ته ڪهڙي نينگر نڪتي
آهي حويليءَ ڪان ٻاهر اڄ ڏينهن تائين؟ ڪنهن ڏٺو آ
جڳن جي ريت ڪي ان طرح رينجندي؟

پر شايد هن حويليءَ جي مڪينن جون قسمتون
ڪاتب تقدير اِتي ئي گهري سرڻ لاءِ جوڙيون آهن.
تڏهن ته بن بن پتڪي وري اتي ئي اچي پهتي آهيان.
اهي ئي پراڻا پيچرا. پهريان ئي دڳ. اهي ئي ڇگهه
اهي ئي لاٽون.

پلا ازل ڪان ئي جن قسمتن ۾ محبت جي بنواس
۾ ڀڪشوءَ جيان ٻن ٻن پتڪڻ لکيل هجي، اهي ڪٿ
ٿا هڪ هنڌ گوتم جيان گيان ۾ گهارين. شايد ائون به
ڀڪشو آهيان. ۽ سون ڪي به بن بن پتڪڻ ئي آهي.

پهرين و يڙهه اندر ۾ تڏهن متي هئم، جڏهن ننڍڙي
لائي حويليءَ ۾ هرڻ جيان چالون ڏيندي سون
سريکي ڀڦيءَ کي ڏٺو هوم. جنهن جي ٻانهن ۾ ڀڪوڙجي
سمهندي سمهندي چرڪي پوندي هئس. هوءَ جڏهن
چانديءَ جيان چمڪندڙ ٻانهون منهنجي گرد و رائيندي
هئي. تڏهن پيانءَ ته ڪو سچ جو اولڙو آرسيءَ تي
لڙي آيو آ هنڌ ۾!... پر سچ سچ اولڙو ڪونه لڙو هو.
واقعي سمورو سچ لهي آيو هو. انگڻ تي جڏهن حويليءَ
۾ منهنجي ڀڦيءَ ڪان دين جي حفاظت ۾ آيل رشتن

جي حفاظت نہ ٿي سگھي هئي.

حويليءَ لاءِ عام ۽ ڀقيءَ لاءِ خاص خدمتن ۾ وقف ٿيل خالص الخاص ٻانهي، ڇهن سالن جو ٻالڪو ڇڏي ڀقي کي پيارت ڪري ان ديس سڌاري ويئي - جت جو ويو ــ وري ڪڏهن نہ وريو.

۽ تڏهن سندس خدمتن جي سلي ۾ ڀقيءَ ٻالڪي جي نگهداشت جي ذميداري پاڻ تي کنئين... مجنون کي ليلا جو تہ ڪتو بہ پيارو لڳو هو... هي نيٺ بہ تہ انساني ٻار هو - جي هو ڪٺي شيدڪاڻي ليچ مان تہ چا ٿي پيو - ڏاڍن نازن سان پليو - کن کن باداميون - پل پل پستا کائي.

ڀقيءَ کري سڏيو هوس ڏين جو پٽ - ڏيني ديوارن جي حفاظت ۾ پلجندي - پسون کي نڪا جهل نڪا پل - جهٽ سچي مڙس ٿيو - پر ان مان نڪو کنهن کي اهنج نہ ڪو اوڪو.

پر اوچتوئي اوچتو -

سچ لهڻ سان قيامت ڇانئجي وئي هرسو - جڏهن حويليءَ ۾ پوري هندستان جي تاريخ ڏوڪجي آئي - ملڪ ڪافور جهڙي ڪمانڊر شيديءَ سان شهزادي رضيہ جو نياءُ!

پٽ سان پٽ ائين ٿيو جيئن قدرت ڪٺي مان کٺون ڪري - ڪيڏا ڪوڪڙا متا هئا - حويليءَ ۾

تاريخ جي ان ورجاءُ تي - ڪيڏانهن ويون حفاظتي تدبيرون - ڇا ٿيو انسان جي آتمڪي جو- ڪهڙي لهر ۾ لڙي ويا سڀ شاهاڻا سلسلا!!!

مڃان ٿي، پڻ منهنجي پوڙهه ۾ مفلس هئي - هو ڪمتر ڪنهن به ريت نه هئي - شري ڪرشنا به ته چيو هو نه ته سڀ کان ڪمتر آهي اها عورت جا محض موقعي نه ملڻ جي ڪري پاڪدامن رهجي وڃي - سو ان الزام کان بچڻ لاءِ جيڪڏهن پڻ منهنجي بقول ڪرشنا جي 'موهيندڙ مرد کي ڏسي ائين وِ گهري وئي جيئن سج آڏو ريتانهون پٽڙ' ته ان ۾ پڻ منهنجيءَ جو ڪهڙو ڏوهه؟ -

ننڊي لاءِ ڪتابن ۾ هڪ پهاڪو پڙهيو هوم-

"پلي بڪ پرم جي ... شال نه وڃي شان:"

محاورو ٿاهڻ واري جو تعلق بڪ سان الاءِ ڪهڙو هو- جڏهن ته ان بڪ کي ئي ميٽائڻ لاءِ انسان ڌرتيءَ تي آيو- ۽ جڳن کان جهيڙيندو آيو... 'شان' سان ڏئي ته صرف خوديءَ جو ٿي ٿيو- پر هيءَ اندر جي بڪ به ته ريٽي هئي ڪنهن طرح -

مسئلو جي جسم کي جيارڻ جو ئي هجي - ته اڪين کي ڏسڻ - ڪنن کي ٻڌڻ ۽ جسم کي جيئڻ جي بڪ کي منهن ڏيڻ لاءِ - ڪنهن ٻله، جو سهارو وٺڻوئي پوي ٿو- تڏهن ته ڌوري تي شڪر ڪندي، ... پاڻ

ڪي پرڀائڻ لاءِ- حويليءَ جي اندر حاڪم زادين کي انهن شيدڻين ... "من وسلوي" جو ڪم ڏنو هو...

جڏهن آرياڻيون انهن حبشاڻين کي سيني سان لاهيو سراڻين ۾ مست هونديون هيون- تڏهن منهنجي اسرندڙ ذهن - نئيا نئيا ڪتاب هانءَ سان لاهي Sublimation جو نئون طريقو ڳولهيو هو- ان کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ بابي سائين جو ويچاريو هوم- جنهنجي شڪل سالن کان منهنجي ذهن تان ڏندلي ٿي وئي هئي. بابو منهنجو هو سپ رنگ سانول- ڏسبو هو ڪڏهن ١٢-١٢ مهيني- سو به ان لاءِ ته جنهن هنڌ ڪان نڪرجي، وري اتي ئي اچڻو پوي ٿو- جو ڏرتي آهي گول. فصل لهندا، بابو ايندو، پوءِ جو ڪيسا پري نڪتو باهر ته ١٢ مهيني يا نصيب!

۽ پوءِ الاءِ ڪيئن ڪيئن جهيڙي، ڪنهن ڪنهن سان جهيڙي، نڪري پئي هئس حويلي مان. علم سکڻ لاءِ چين ته پري رهيو، پر هاسٽل سوڌي ايندي جي صعوبتون هن ساه سٺيون، اها ڳالهه ڪرڻ ڪان ڳري.

هاسٽل! منهنجي عملي محبت جي پهرين خوابگاه!!

جنهن کي ساري هانءَ اڄ به ائين هڇيو پوير، جيئن ڪائي اپا ڳرڻ، پنهنجي سهاڳ سان سنجوڳ جون پياريون پلڪون ساري.

سال رکيل هي پراڻا ويچار، اڄ به اهڙا تازا آهن

جڻ اجهو اجهو هيٺئر هيٺئر. يادن جي ممي خاني مان
چنڊڪو ڪائي ٻاهر نڪتا هجن. هاسٽل جي پهرين
رات! ها، هاسٽل جي پهرين رات...

سياري جو وڳڙو، ڇوڪرين اندر روم ۾ جوڙا
جوڙا ٿيو، هڪ ٻئي جي هنڌن ۾ گهڙيو، من مستيون
ٿي ڪيون. ڪنهن ايڪڙ ٻيڪڙ مذاق ڪندي نيزا
ڪائي ان جا چلڪا ٻيءَ کي وهائي ٿي ڪڍيا. ڪا
هڪ اڌ اڪيلي ڇوڪري هنڌ يا ڪرسيءَ تي پنهنجي
جسم کي ڍرو ڇڏيو ڪنهن وچڙيل وينجهار جي يادن
۾ گم هئي — ڪيڏو هيسيل ۽ اُٻاٽڪو هو منهنجو من.
ان ڏينهن، ڏينهن وارن احساسن هيڪاري من کي ڳؤرو
۽ وياڪل بڻائي وڌو هو.

ان ڏينهن ڪلاسن ۾ به نه ڪجهه سمجهه ۾ ڪونه
آيو هوم. دماغ ڍيل ۽ سمجهه ساڻي پائڻي هئم. پريشان
ٿي ٻاهر هلي آئي هئس. ڪلاس جي ... سامهون نظر
نهار تائين وڏو وڏو ڦهليل لان. لان تي پري پري
تائين پلٿي ماري ويٺل ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون. پر ٻه
ڪاريڊور جي ٻنڌ تي ويٺل جوڙا. وڏي وڏي چوٽين
سان ڇوڪريون... ڇوڪرا.

هرسو ڪل، مذاق ۽ مسخري...
ڪليو آسمان... هلڪي روشني... ٿڌي ۽ تازي
هوا...

وايو سنبل اهڙو سندائتو ڏسي هوائن سن ڪي لڳون شروع ڪيو. هوا جي هلڪورن تي هوريان هوريان اندر جي اونهاين ۾ ڪو سنتل شڪاري ننڍا ڪڙا نيڻ کڻي ستي نهارڻ لڳو. اکين جي ٻنالي بندوق کڻي سيڌ ۾ آئي هن سامهون نهاريو.

پر هي ڇا؟ هر طرف Stricktly prohibited جو بورڊ!

اندران ڪنهن مون کي ننڍڻ شروع ڪيو.

تون آتم زادي آهين سلطانه. اندر جي 'آسي' کي تنهنجي ٻهڏن جي ناهي خبر شايد ... اِن اندر جي ڪافر کي ڪلمون پڙهائي سمهاري ڇڏ... هي اڏڪون پلي ڇڏ ... ماحول جون هي رسمون توکي روائينديون ڪين ... شڪاريءَ جي هٿان بندوق ڇڏائجي ويئي. من ۾ ڪنهن ڇوڙا ڪورا جو احساس ڇڏي ڪنيل نظرون پنهنجو پاڻ ڪري پيون.

ايڏي مايوسيءَ ڪان پوءِ به الاءِ ڇو... ڪا جهيڻي جهيڻي چڻيَ چلڻ لڳي هئي اندر کي ... ڪنهن نا معلوم ترشنا جو احساس ... ڪنهن بيقراريءَ ۽ بيزاريءَ جو داٻو...

ذات نيات جو چڪر... جنت جي آڃ... دوزخ جو ڏڙڪو... سماجي آتم پڻو ٻاٽيءَ ۾ ڪنهن ٻاچولي جيان ٻڏي تري رهيا هئا.

ان پڇاڙين ڏينهن ۾ دل انيڪ قسمن جو ڏکڙ محسوس ڪيو هو. جسم ۾ ٽوٽ هئي ـ روح ۾ ٽوٽ ... سرير ڪڏهن سوٽ ڪڏهن ساٿو ـ

پاڻ کي سمجهايم: اهڙي جي ڪيفيت رهي من جي ته پڙهيئڻ سلطانه ٿون ۽ ... شعلا ته هميشه مشعلن جي ميراث رهيا آهن. تو انهن کي مشعلن مان چني پنهنجي شڪتيءَ کي ڇو شعله زار بڻايو آ... هي هلڪو هلڪو تؤ... هي ڌپيون ڌپيون چڻنگون ـ هي ڪتاب، ڪاغذ، ساهه سرير در و ديوار سڀ ڇو ڪنهن شعلن جي لاٽ مان لنگهي رهيا آهن ... تون حاڪم زادي آهين سلطانه ـ ناريءَ ته مقدس من سان، آڳ مان لنگهي آڳ کي گلزار بڻائي وڌو هو، هي تنهنجو ڪهڙو تقدس آ راڻي جو تڏيءَ کي تتي ۽ تتيءَ کي ٺيلي ڏيو وجهين ... ۽ پوءِ الاءِ ڪهڙا ويچار ويڙهي سيڙهي سيرانديءَ رکي، اچي پئجي رهي هئس پلنگ تي.

ڀات انڌيارن ۾ انور جي پٽن ۾ پٽڪندي ٻئي ۽ ته ته ڀاري هئم روم جي ـ تڏهن اوچتو ونجهن واري وڏي چوڪٺ تان چڪ هڻڻ جي آواز سان روشني ڦهلڻ جو احساس ٿيو هوم.

ڪنهن روم ۾ اچي ٻٽڻ ڏيائي روشني ڦهلائي هئي.

اهڙي ڪليش جي موسم ۾ قدرت آسمان تان من سلوي لاٿو هو، تيئن اوچتو رضوانه لٿي هئي آڪاس تان. جنهن ٻٽڻ سان گڏ من جي ڪاڪل ڏيائي اوچتو روشنيون وکيري ڇڏيون هيون اندر ۾...

روشني روم ۾ ڦهلي هئي ... روشني منهنجي روح ۾ به ڦهلي هئي. رضوانه منهنجي روشنين جي پيامبر، جنهن سان پريت ونديندي مون حيات جا الاءِ ڪيترا ڏينهن سائنس هڪ ڪلاس، هڪ روم ۽ هڪ هنڌ تي گذاريا.

جيئڻ جا ڪي پيا ڏانهه به، ٿيندا هوندا پر مون هڪ ڏانءُ سکيو هو ڪانئس ۽ سوچيو هوم ... ته جيئڻ جو جواز ڪجهه ته ممڪن آهي. جي حيات ۾ رهوءَ جون وفاداريون ساڻ رهن ... ۽ شايد ان ئي ويلا ڪو ڪاتبِ تقدير ڪي به ڪو قلم هيو هٿ ۾. جو تڏهن ته آتي جو آئي هڪ رهڙ سان پنهين جي انگن ڪي هڪ ئي ڍنگ سان جڪڙي ڇڏيئين ...

ياد اٿم هوءَ ٻئي ڀيري اچي منهنجي پيراندي ۾ ڪان ويٺي هئي. چيو هئين: آئون تنهنجي روم - ميٽ رضوانه آهيان. اڄ انگلش پڪچر جو پروگرام ٺهيو هو سو وٺي هئس اوڏي. آئنده پيئي توکي به اڪيلو نه ڇڏبو.“

هن منهنجي اکين ۾ عجب نظرن سان نهاريو. اکيون نه هيون ... پر ڪا ويبسٽر جي ڊڪشنري، جنهن ۾ پيار ۽ آڪير جا مڙيئي اکر آڪري آيا هئا ... پر تڏهن ذهن هوم ڍبالت - سو اکرن جي آچارن ڪي پروڙي ڪانه سگهي هئس. البت ايترو سو سمجهيم ته انهن نظرن پويان ڪي لفظ هئا - انهن لفظن پويان ڪا معني هئي ۽ ان معني پويان ڪي مقصد هئا ... جن جي نسبت الاءِ پنهين مان ڪنهن هڪ سان وڃيو ٿي ملي. يا ته سندم وجود ئي هو ڪو همدردي جو گهو،

جنهن کي هن پيار جي پالوت سان جيارڻ ٿي چاهيو...
يا ته ذهن ۾ هئس، شام واري انگلش پڪچر جو هرتوؤ...
جنهن کي هن مون تي آزمائڻ ٿي چاهيو...

مون اکين جا پٽ چڪي مٿي ڪٽي ڏانهس نهاريو...
آلاءِ پياري هئي ڪين لڳي هئي... پر ياد اٿم ته
من کي ڏاڍي وڻي هئي. پريل بدن، سونهري رنگ، چپن
تي گهري گهري لپسٽڪ جو ليپ... چپ! بقول ڪنهن
جي "ڪجهه ٻند ڪجهه کليل شرير چپ... جمي پين
چپن تي اچن ته لڳي، جڻ خون جي وهڪ ۾ چڻنگون
مچي پيون آهن، جڻ جذبو وگهري خون ۽ خون وگري
شعلا ۽ شعلا پچري چميون بڻجي ويا هجن.

ڪيڏي وڻي هئم... ڪيڏي وڻي هئم... تڏهن ته
شايد اِن پڙو ڪان ته ڪٽي ايڏو پيار پرڙا هٽي سنهنجي
اکين سان آڏري نه وجي... اکيون پوري چڏيون
هئم. هوءَ هراسجي پيراندي چڏي اچي سيراندي ويٺي.
الائجي هراس هوس ڪين حراسپائي — پر سان ٻند اکين
سان ڪجهه ڏسي ڪانه سگهي هئس. البت ايتري
ويجهي قربت سان هن جي لپسٽڪ جي خوشبو سنهنجي
روح ۾ گهڙي وئي هئي... هن جا گرم گرم چپ
سنهنجي سوچن سان سٽيا تي سنهنجي ذهن تي ترڪڻ لڳا...
نرم نرم ڳاڙها چپ. بقول بوسفيلڊ "جن جو گرم گرم لمس
جيڪر روح جي زخمن کي ريٽي چڏي." ياد اٿم ته هن
سنهنجي منهن تي سنهن رکي ڪي لفظ چيا... جي
گهري گهري آس ۾ آتي ٿي گم ٿي ويا، پرندڙ بلب

هوريان هوريان حواسن ٿان هٽي ويو... ڇڄ هيڪر وڃي
اندرين جي لهرن ۾ لڙهندي وڃان... ۽ ان لڙهڻ ۾ لئي
هئي پئو نه هو...

جسم جو جسم سان الجهاءُ، سوٽ ۾ روح جي
ايڏي سلجهن! پهريون تجربو. ڪائنات جي هن ڪايا
۾ جسم جي رعنائي ايڏي هوشربا!! ٻيو تجربو سريرن ۾
ايڏي سونهن جنهن کي اندرين ۾ ڏسي نه پر محسوس
ڪري سگهجي ٿو!!! ٽيون تجربو.

واقعي ملڪ ڪافور کي جئي! پهرين ئي وجهه ۾
رات جي ٽن تجربن - جن پوءِ جسم جي گاڏي کي اڳيان
رڙهڻ لاءِ ڊيزل جو ڪم ڏنو...

سچ ته هاسٽل جي پهرئين ڏينهن ڪلاس ۾ theory
جيڪي ڏنجهه ڏنا، اوتروئي رات وارو Practical رانهين
وڃيم روح کي...

ٻئي ڏينهن ساڳي طرح ڪلاس ۾ تاريخ ۽ جاگرافي
پڙهي پيڪرڙيل دروازن ۾ ان کي پريڪٽيڪل ۾ آئي
ورجائي ڏٺم... پريت کي راند نه البت رضوءَ کي پيچي
ڪري ضرور پاتيم... ننڍي هوندي لاشعور ۾ رسيل هئم
هڪ حويليءَ جي ريت جنهن کي پرکي ڏٺم هاسٽل
۾ — پهرئين ئي ڏڪ جي ٽن تجربن ۾ سمجهي ويس
ته علم واقعي ٿيوري آهي، پر صرف علم ٿيوري ناهي.
علم جيسين پريڪٽيڪل ناهي تيسين فقط ٿيوري علم
ناهي. ڏينهن جو ڪلاس ۾ ٿيوري، رات جو روم ۾
پريڪٽيڪل... راتين پويان راتيون - ڏينهن پويان

ڏينهن لنگهڻ لڳا هئا...

منهنجو علم به وڌڻ لڳو هو. پڙهيو هوم. الاءِ ڪيڏي وڏي وسعت آهي ڪائنات ۾. آڪاس تي الاءِ گهڻا وڏا ۽ ڪهڙا سياره آهن. زهره، شمس، عطارد، سج ۽ چنڊ... ڌرتي: هڪ گول ننڍڙو دائرو آهي. انهن سيارن اڳيان. انهن سيارن تان ڀي جي هيٺ ڌرتيءَ تي نظر اچلبي ته هڪ ٽٻڪو نظر ايندي. ۽ جي اهو ٽٻڪو اچي وڃي اکين ۾ ته الاءِ ڪيترا گره ۽ سيارا واري ڇڏجن مٿانئس...

رضوءَ کي به ته ٻانهن ۾ ڀري سمجهندي هئس سڄي ڌرتي سموئجي آئي آ منهنجي سرير ۾... هڪ ٽٻڪو، پر الائجي ڪيڏا ورو ڪڙ... زاويا اونچايون ۽ گهرايون هيون اُن ۾ محسوس ٿينديون هئم منجهس ڪينجهر جو گهريون گهريون گهرايون. ڪارونجهر جبان وس ۾ ايندڙ او ڀاريون... سٺيا سٺيا چيڪي مٽيءَ جا پيٽ، اسڙيون اسڙيون ترايون..

ايڏو حسن، ايڏا زاويا ڏسي محسوس ٿيندو هوم ڄڻ ۾ هڪ وحشي پر مار... جنهن ان جسم جي ڌرتي کي کنيڻ ۽ کوٽڻ ٿي چاهيو. ترتر پيهڻ ٿي چاهيو. لوڙڻ ۽ نچوئڻ ٿي چاهيو. تڏهن ته منهنجو سڄو جسم، هٿ، لب ۽ لمس جا گرافي جي جوڙي جيان هن جي جسم تي جهپٽي پوندا هئا... هن جي جسم جي جاگرافي تي نظر رکي ٿي ته مون کي ڪلاس ۾ ڪڏهن تاريخ ڏکي نه لڳي... سمجهي ويندي هئس اهي سبب جنهن

ڪري ڏاريان پرمار ڳڪ جيان لڳڙ ٿي چو لڳي پوندا
هئا وسندي وستين تي، جو ٻاهريان پرمار آچي. پر گهٽ
ٿيندا هئا ڪنهن پرٿويءَ تي.

تڏهن ته تاريخ جي ورجاءَ جيان هاسٽل جي هر رات
ٻاڙ ڪي اُئين ئي ورجائيندي هئي.

آڪلي ۽ آڪير. ڪير لڪائي. ۽ ڪنهن ڪان
لڪائي ٿي سيني ڪي ته پروڙ پئجي ويئي اسان جي
پريت جي...

هاسٽلرز ڪلنديون هيون... چيڙ يديون هيون اسان
ڪـــي.

"هو اوهان جو... ۽ اوهان هنجو لباس آهيو."

ها. واقعي شايد اسان هڪٻئي جو لباس آهيون. بقول
موهن ڪلپنا، "اسين باغ عدن جا فرشتا ناهيون... اسان
جي اکين ۾ آهي پيد آهن جي لباس جي پويان به
جسم ڏسي سگهن ٿا!

رضو! لاشڪ ته جنهن ڪي مون حواسن سان ڏسي
نه پر احساس سان محسوس ڪري ڏٺو هو.

پر لباس جي اندر جسم. جسم جي اندر به ته
ڪا جهيڙ ٿي سگهي ٿي. تڏهن ته هو اوهان جو. ۽
اوهين هنن جو لباس آهيو... هو اوهان جو ۽ اوهين
هنن جي پناهه آهيو! جهڙا جملا هرو ڀرو ڪنهن عتاب
جيان ڳوڙهو ڪري وجهندا هئا سن ڪي...

رات پل ڪٿي وقتي وندر لاءِ هئي ۽ سهي- پر ڏينهن ۾ ته اوترو ئي ڏانوٽيو بيٺا هئا ڏکن ڪي۔

هوريان هوريان رات ترڻ سان اندر جا گرم گرم احساس، پنهنجي جي ماڪ ۾ پڄي پڄي نستا ٿي پوندا هئا- جي باڪ ڦٽڻ سان لاشن سمان ضمير ڪي چنبڙي پوندا هئا- جي پينو ٻار جيان ڇڏائي نه ڇڏين- الاءِ ڇو ڪي لاشا ضمير ڪي بيطرح ضربيندا آهن ڪجهه آجهاٽيل آس جو وڏيڪ احساس ڏياريندا آهن- تڏهن ته سر تي الاءِ ڪهڙا ۽ ڪيڏا بوجهه ڍوئي ڏينهن جو سنڌين سنڌين اڪين سان نهاريندي هئس هرڪنهن ڏي۔

الاءِ گهڻا دفعا خيال آيو هوم ته پاڻ تان اها ساداتي تقدس جي چادر لاهي ان ۾ ڪنهن ڪفن سمان انهن آزاريندڙ احساسن جا لاشا پوري پري ڦٽو ڪري ڇڏيان زندگي گذاريان علڪي ڦلڪي ڪنهن رواجي نينگرين وانگر... جنهن ۾ واقعي لباس جي عظمت برقرار رهي سگهي... سچ پچ ڪوئي مون لاءِ ۽ ڪنهن لاءِ آئون ڊ ڪ بنجي وڃان...

پلا هي احساسن جا بار... شرم عقاب ۽ گهٽتائيءَ جا خيال- ذات نيات جا چڪر- اندر جا آدما سيئي هڪ وقت وارو ڪري مون ڪي مريض نه بنائي وجهن ها مانسڪ جو...

سچان ٿي جا زندگي مون ٿي گذاري نارمل: نه هئي ڪنهن نوع ڪان- انسان جي سماجي جانور آهي... ۽ عقيدتن آسين جي مساوات جا قائل آهيون- ته آئون ڇو

باقي سماج کان آتم پانيان پاڻ کي... کو عام ماڻهو سون تائين رسي نہ سگهي... ڪنهن عام تائين رسڻ لاءِ آئون هيٺ لهي نہ سگهيس... تہ ڪٿان رهي ها لائف نارمل.

تڏهن تہ روز صبح جو آرسيءَ ۾ پيهي پنهنجي شستي ۽ نيل چهري کي ڏسي اندر ۾ ڪنهن مزيد داب ۽ زور جي گهٽتا پائيندي آهيان. روز ڪنهن بيوسي ۽ بيقراريءَ جو احساس ويچاريندي آهيان... آرسيءَ آڏو پنهنجي اکين ۾ اکيون پائي اندر پٽلين ۾ ويٺل هڪ دالو ٻارڙو ڏسندي آهيان. ۽ پاڻ کي اُن سان پيٽيندي آهيان... چا چريو هو منهنجو من. ٻالکي راما جيئن! ڪنهن آرسيءَ کي گود ۾ پرپ پانيو هئين چنڊ منهنجن چرنن ۾ اچي ويو آ...

سچ تہ چريو هو منهنجو من... چنڊ تہ پري. ٻنهه پري. پولارن کان پري هو. صرف گود ۾ لهي آيل اولڙي کي ڏسي دلبي ۾ اچي وئي هئس روز روز دلبا! انهن دلبن سان ئي **Adjustment!!**

ڪير ٿو چوي تہ جيئڻ لاءِ ڪوڙائي صحيح ۽ جواز ضروري ناهن؟ ڪير ٿو چوي تہ حقيقتون جي واقعي کوکليون هجن تہ صرف دلبا ڪافي ناهن؟؟ ڪير چوي تہ منزلون جي واقعي ناممڪن هجن تہ صرف اُنهن جا آهڃاڻ علامتون ۽ اشارا ئي ڪافي ناهن؟؟؟

رضوا! منهنجو حالتن سان **Compromise** جوآهڃاڻ! منهنجي هم نشين. منهنجي غمگسار.

جنهنکي آخري دفعو بدلائيندي سائنس آڏو صلاح الدين جو هڪ جملو ورجايو هوم رضو. 'توکان چاهڻ جي تمنا جيتري قدر سون ڪئي آهي، ديوتائن پڻ مڃائڻ جي به نه ڪئي هوندي.'

پر انهن آخري ڏينهن ۾ هن تي انهن جملن جو ڪوئي آثر نه ٿيو هو... شايد جن اکين ۾ پرش جي پريت سمائجي وڃي اهي اکيون- سپ اکيون- محمود غزنوي جون پنجي ويندڙيون آهن- جنهن بت شڪن جو لقب ورتو هو سومنات جا الاءِ گهڻا بت ڀڃي- هئي نه پنهنجي اندرئين پرمار جي آنا جي تسڪين- نه ته هن جي پنهنجي ساه ۾ ڪو سومنات ڪين سانپيل هوندا ڇا؟...

ها ته- ڌرتي جو سڀ کان اهم قضيو اهو هو جنهن جو ذڪر الاءِ چو قرآن ۾ نه آيو ته... رضوءَ سون کان اکيون بدليون هيون- هن جي اکين ۾ ڪنهن مرد جي محبت سمائي هئي-

هجان ها آئون به ڪو مرد ته- جيڪر عمر جيان چاڙهي وڃانس ها ڪرهي تي ڪڙهوڪو- پر، هاءِ ڙي هي عورت پڻو! ۴۰ دفعه مرد کان مظبوط احساس هوندي به ڪلها هئم ڪمزور... ۽ ستان تريجدي اِها ته رضو واقعي پنهنجون اکيون بدليون هيون- هوءَ بيرخي برتڻ لڳي هئي سون سان.

وديا وارن جو چوڻ آهي- جي حساس ماڻهوکي درگذر ڪبو ته هو پنهنجي عمر کان ڏهه سال اڳيئي

درگو ٿي ويندو. پلا جي سن جو مسيحائي اکيون ڦيري وجهي ته ڪنهن ڪان پڇندو ۽ ڪير چاهيندو جيئڻ. ڪٽ رهنديون حيات جون باقي رنگينيون. ۽ ڪنهن ڪان پڇندو ڪاڻ ۽ ڪوڻ. حيات جي هرشي ۽ تيج نه لڳندي سن ڪي؟. جڏهن ته ڪپڙن مان نرمي. ڪاڏي مان گرمي ۽ ڪل مان شوخي ئي نڪري وڃي.

تڏهن موت کي برحق چاڻي، قسطن ۾ قبولڻ جو فيصلو ڪيو هوم... هو ريان هو ريان ... آهسته آهسته. آه در آه. هاسٽلرز مون ڪي ڏسي سسڪا هڻنديون هيون.

”رضوان اڄڪلهه Part III واري عاصم سان Attach آ... ٻڌو آ هن سان جهٽ شادي به پئي ڪري.“

”اڄڪلهه اکين جي جوت ڪيڏي وڌي اٿس.“

”پئي هوئن به روشني وڪيرڻ لاءِ ضروري آ ته Posetive ڪرنٽ کي Negetive سان لڳائجي... اگر سائين ۾ ڪرنٽ ڏيا هڪجهڙا ته نتيجو آهي فيوز!“

”رضو اڄ ڪلهه روشنين ۾ آ...“

”سلطانه ويچاريءَ جو ته فيوز ئي فيش!“

اهڙا ريمارڪس ٻڌي ڪيڏي شدت سان احساس ٿيندو هوم پنهنجي زندگيءَ جي بيڪاري جو... جڻ زندگي نه هئي ڪو رنگيل رڻو هئي. جنهن کي ڪنهن پاڻي سان ڪيڏي آس ۾ ڦهلائي ڇڏيو هجي. جا بجا آڏريل رنگ... داغ... ڊاٽ ڦٽ.

اڙي سلطانه... تون سماج ۾ ايڏو اوچو مقام رکين

ٿي ڳهيلي. اَن جي زندگي ته ڪنهن ثقيل ڪتاب ۾
ڪنهن اهم سيٽ سمان بہ ناهي جنهن کي ڪٺي اندر
لائين ٿي ڪري سگهجي.

انهن احساسن ٿي ڏنجايو هوم جو هر شيءِ تيا ڳي
وڃي پهچي رهي هئس پلنگ تي. ڪنهن اڪيلائي ۽
آپائڪائي جي شدت سان. ياد تہ هوءَ شروع شروع ۾
ٿورو گهڻو پڇندي بہ هئي، خيال رکندي بہ هئي.
پر پوءِ ...

هڪ لڳان ائين ٿي هيڊ هاريل سنهن سان ٻاهر
آڳر ۾ پئي هئس تہ هن ٻاهران گيٽ سان سرڪندڙ
سنهن ڪڙي اندر نهاريو هو... سون تي اوچتو نظر پيس
تہ جهٽ سنهن تي سنجيدگي طاري ڪري پڇيو هئين
”اڙي تو اڄ بہ ٻنپهرن جي ماني نہ کاڌي!. سان ٿورو
ٻاهر هلي وئي هئس. پلا هينئر بک اٿئي؟ چيم ”ها.
ڏک اٿم تہ سهي رضو.“ الاءِ ڇو سن ڪنهن ڦوڪيل
ڦوڪڻي جيان ڦسي پيو... ڳوڙهن جو لڙيون ڳلهن کي
لڳي ويون. ”جي اهي ئي آزار بخشڻا هئي، رضو تہ ڳنڊيو
ڇو هئي... ڇا ڇنڻ لاءِ؟“ هن سنجيدگيءَ سان چيو.
”سان نہ تہ ڪا ٻي سهي. تون پل پهچي بدلائي ڇڏ...“
”سون کي تنهنجي همدردي ۽ ڌيان جي ضرورت
آهي رضو... ڪنهن پيچيءَ جي نہ. هيءَ هيڏي ساري
پريت ڪا راند تہ نہ هئي رضو؟“

وراڻيئين: ”هيءَ پريت محض تنهنجي ذهن جي
اختراع آهي ورنہ هر جاندار سڏي يا اڻ سڏي طرح

پنهنجي ئي ضرورتن جو محتاج آهي." "پنهنجي ضرورت
تون ۽ آئون تنهنجي محتاج آهيان رضو" مون چيو.
چوڻ لڳي "هو آئيڊن جو نظريو نه پڙهيو ٿئي ته
هر جاندار پنهنجي ئي ضرورتن جو محتاج آهي. ايتريقدر
جو ڪڪڙ جو آرو به سمنا جي ڪشمڪش ناهي.
پر محض مسلسل آنن لاهڻ ڪري سگهاني سوزش ۽
سوچ ڪي ٽارڻ جو هڪ طريقو. خبر ٿئي سلطانه هن
مرڪي مزيد وار ڪيو ثبوت ثابت ڪرڻ لاءِ هن نئين
ڪڪڙ کي پڇيءَ تي ڪارا مرچ هڻي آري تي جو
ويهاريو ته هن بنهه ماديءَ جون سڪون لاهيون هيون...

اهو ٻڌڻ ڪان پوءِ قيامت جو ڏينهن ٿيو ڪهڙو هو.
مون کي خبر نه هئي...

'بس' هاڻ ته ناڪار جو ڪو به پاسو نه آهي' جي
مصداق هن آڏو ليلائڻ ڇڏي ڏنو هوم... هن کي حالتن
جي وس ۽ پاڻ کي قسمت جي وس سمجهي پنهنجن چپن
تي خاموشيءَ جي مهر هڻي ڇڏي هئم... هن ته پاڻ
تان ڏوه لاهي سڀ ڏوه ڏنو هو منهنجي ڪنب ۽ ڪيڙ
کي... پر مون سڀ پنهنجي ڪرم ڪان ڪري ڀانيو
هو. چپ ڪانسوءِ ڪو ٻيو چارو نه ڏسيئي ته چپ ٿي
وئي هئس... هڪ دفعو نرجي ٿي پڇيوسانس اڄ هيڏي
دير ڪاڏي وئي هئين رضو.؟ چيو هئين "Walk تي..."
"ڪو وقت هو جڏهن مون کان سواءِ Walk ۾ مزو نه
ايندو هئي... هاڻي شايد اچيئي ٿو.."

چيئن ”اخلاقاً نہ اچڻ کپي- پر اصولن اچي ڏو. ۽ سچ سچ اچي تو... خبر ٿئي نہ سلطانہ... منهنجي شادي جي ڊيٽ Fix ٿي وئي آهہ“ ”تہ کڏهن ڀڏايوئي کونہ...“ سون ڳالهہ ٽاريندي چيو- پر هن جملو جاري رکيو- ”سچ سلطانہ... Opposite Sex جو فيو وٺي ڏس اهڙي تازگي ٿي اچي وڃي طبيعت ۾... جڏهن عاصم صرف تعريفي ئي نگاهن سان مان ڏي نهاريندو آ... تہ محسوس ٿيندو تہ- سان، مان ناهيان بلڪ مادام کيوري آهيان ۽ اجهو، اجهو ڪنهن ١٠ لکن جي چيڪ تي صحيح ڪري آئي آهيان... ايڏو اعتماد، ايڏو حوصلو پيرجي ايندو اتم پاڻ ۾- جو زندگي جو هر ليکو سولو ٿي پو هجي... سچ سلطانہ جيڪو Security جو احساس ۽ تحفظ جو خيال هڪ سٺي ساٿي مان تو ملي .... اهڙي امان ۽ اهڙي پناه ٻي ڪٿي؟ تون بہ انهن جُونئي نيائن سان ڪڍي ڇڏ پاڻ کي. پنهنجي شخصيت کي سنوارڻ لاءِ ڪنهن مضبوط سهاري جي آ وٺ، جنهنجو هٿ تنهنجي هٿ ۾ اعتماد جي لهر آئي ڇڏي - حيات ۾ نياءَ جو اهو ئي سلسلو سياويڪ آ... باقي ان نوع جو هر فرضي پيار Perverted آ... جو وقتي وهنوار جي وندر تہ ٿي سگهي ٿو پر من کي ڏوتل پوتل ڪپڙي جيان پوتر نٿو بڻائي. آسياويڪ پريمن ۾ رکيو ئي ڇا هي، رکو پيچ ۽ پاپ، پڇتاءَ ۽ پيڙا! پاڻ کي انهن اٽڪائن مان آزاد ڪر... ان Deception

مـان ڪڍي وٺ... آزاد ڪر پـاڻ کي سچ سلطانا
آزاد ڪر..."

'هيئن ڪرڻ گهرجي' ۽ 'هـوئڻ ڪرڻ گهرجي'
جي فارمولا تي جيڪر هلڻ ممڪن هجي ها ته زندگي
کي آلجبرا جي فارمولا پٽاندر ڪاتوءَ کي ڪاتوءَ سان
جوڙي 'جوڙ' نه بنائي سگهجي ها. جيون ڪمپيوٽر جيان
رڳو منافعي جا ڪارڊ نه پاسيرا ڪندو وڃي ها. پر هتي
ته ڳالهه هئي Taboos جي سفر ۾ پٽڪيل آن مسافر
جي، جنهن جـي هٿن ۾ هئا رڳو ڪاتوءَ جا نشان.
پوءِ اهي مسافر جن جي منزل جو ڪو خاص تعين نه
هجي، پيار جي هر ننڍڙي ننڍڙي اسٽيشن تـي پنهنجي
ساه جو سمورو سامان لپيٽي هيٺ لهي پوندا آهن... اهو
ڄاڻندي به ته اسٽيشن غلط ۽ بيحد فاني آهي.

آءٌ به بن بن پٽڪيل مسافر هئس، پيار جي آسري
ڪنهن غلط اسٽيشن تي لهي پئي هئس...

ڪنهن ڇپو جا ٽاڪ ٽوهر جيان ڪندا ڏي اوهان
کي، اهو هند ئي ڇڏي هليا وڃو.

ان ڪان پهرين جو رضو شاديءَ جي لنمبي موڪل
تي هتان هلي وڃي ڇو نه آءٌ ئي اهي ماڳ مٽي وڃان.
تڏهن اٿي هورريان هورريان نستي بدن ۽ جهريل جيءَ
سان مير تان ڪتاب ۽ ڪيٽ مان ڪپڙا ڪڍيا هئم...
سپ ليڪا ڇوڪا لاهي سامان پيٽين ۾ ۽ الاءِ ڪيڏا سور
ميني ۾ سموهي آخري وار رضوءَ ڪان موڪلائڻ وئي هئس...

ڇيومانس. ”آئون وڃان پئي رضو.“ پڇيو هئين ”ڪيڏانهن ـ؟“

ڏنج وچان وراڻيومانس ”پنهنجي پراڻي حويليءَ ڏانهن...

اسين جتان آيا آهيون... اسان کي واپس اتي موٽي اچڻو آ...“

اڄ هن حويليءَ ۾ آئي کي سال ٿيا... حويلي! منهنجو اصلي مسڪن. منهنجي پراڻي پناهگاه. جنهنجي مقدس ڪنگرن تان سج ڪڏهوڪو انگهڻ ڇڏي ڏنو آ... رات ويلا مين آربـاڻين جيان ڪنهن بلاوُز کي پاڪر ۾ پري زندگي پئراميشم جيان پنهنجي ئي وجود جهڙي حصي سان لئي ۾ اچي لڙهڻ لڳندي آهي... روز جيان جسم سان جسم جي ٽڪراءُ سان احساس گرم ٿي ويندا آهن. عام ماڻهو جيان منهنجا ٻه لنئوٽا تپندا ۽ رڳون ٽاڻجي ويندڀون آهن. انڌيرن جي خوف کان... ڪن بستري جي پـوَ کان سماج ۽ آتم پڻو ۽ ساداتي تقدس سڀ ساٿ ڇڏي پري هليا ويندا آهن. هوريان هوريان هميشه رات جي پوئين ڇيڙي جي ماڪ ۾ اهي احساس پڄي پڄي نستا ٿي پوندا آهن... باک ڦٽڻ سان اهي نستا احساس لاشن سمان منهنجي ضمير کي ضربون هڻڻ شروع ڪندا آهن... اهو ئي ڪنهن اڻ ڏٺي پاپ ۽ پيڙا جو احساس! ڪنهن ٻيج ۽ پڇتاءُ جي پوڳنا!!

ڪنهن ڪاتب تقدير کان ڪا شڪايت نہ آهي. شايد اهو ئي اسان جو درياڳ آهي... پر ڪڏهن

ڪڏهن ويچارن جي ورن ۾ لڙهندي لڙهندي اڪثر
پاڻ کان پڇيو اٿم ”ڇا آءٌ به ڪائي موسل آهيان. جا
پيٽ کي پاڪر ۾ پري راڻي جو ويس ڪري اندر جي
آچل کي آتست ڏيئي سگهان ٿي؟ ڇا منهنجو جيون.
هي جيون به ڪوئي ريڊيو اسٽيشن آهي جو ڇپيل پروگرام
جي جاءِ تي ڪوئي به پروگرام ڇيڙي من کي ماٺو ڪري
سگهي ٿو؟؟

اهي به سوال آهن جي غير مرد جيان اڪثر منهنجي
ذهن کي چسم سمجهي...



# پيڙا جو پڙلاءُ

ڪڏهن ڪڏهن ڪتابي علم به انسان کي ڪيڏو نه بيوسساه ۽ بزدل بڻايو وجهي، ان جي شايد توکي سڌ نه هجي — جو تون ان ماحول ۾ اچڻ کان پوءِ به ان ليچ ڪان آجو ئي رهين، ورنه هيڏو ڏيساور ڏورڻ — پئسا خرچ ڪرڻ — پنهنجن ڪان پري ٿيڻ سب اجايا نه ڪين هئا!!

"بوسٽن" اچي نه تنهنجون روشون اهي ئي رهيون جي شايد تنهنجون پنهنجي ديس ۾...

ها دوست، تون جو ايتري لوڏ سان ٿي هلين — بارش ۾ ٿي ويٺين ۽ گرل فرينڊز سان ٿي گهمين.

سان به هتي تعليم سانگي آئي هيس ۽ تون به، پر هت اچي اسان پنهي جا "مطلب" سا ڳيا هوندي به "منزلون" بدلجي ويون هيون يا منزلون سا ڳيون هجڻ ڪان پوءِ به گس مٽجي ويا هئا...

پاڻ پنهي مان غلط ڪير هو ۽ صحيح ڪير؟ — ان جو فيصلو نه وقت به نه ڪري سگهيو. جو چڱائي

۽ لڳائي غلط ۽ صحيح جون جوڙون اسان پاڻ ئي ته جوڙيون آهن. وقت ۽ حالتن، جا سانچا انسان کي به ميڻ جيان ملايو ڇڏين ته معيارن کي به اڄ به، تون چوندين ته تون صحيح هئين ۽ مان پائيندس مان. باقي ”حقيقت“ جو ”ڪاٽو“ اچي سو ڪٿان؟

تون ۽ مان هڪ ڪناري جون ڇڻ به ڪنڌيون هئاسين، جن جا رخ ڇڻ ازل کان جدا.

تون دريا جي مست وهڪري جيان جتان چاهئي اتان لنگهندو وئين. زندگي جي هر تجربي کي پاڻ ۾ پائي ـــ بي فڪر ٿي روم ۾ هلندو وئين: جيئن جو ، جو پاڻيءَ تيئن ڪيءَ، سوچڻ ۽ لوچڻ تنهنجي اڳيان اچايا هئا. تو آڏو زندگي جو ساز رڳو موج ۽ مستي جي آواز لاءِ هو. پنهنجي هر ڪرڙي کي بهادري ۽ ويساهه پاڻيءَ. شايد اعتماد جي اها گهٽائي هئي تو ۾، جو سون هميشه توکي پرسڪون ۽ سانتيڪو ڏٺو.

ان جي ابتڙ مان هميشه کان بي اعتمادي جو شڪار. ازل کان بيويساه ۽ بزدل ـــ ماڻهو ته ماڻهو ڪڏهن ته خدا تي به اجايا... مان پاڻ کي هميشه دريا ۾ ان ڪن جيان پاتيو، جو مات کان پري هميشه مانڌاڻ جي چڪرن ۾ هوندو آهي. سنگين کان سنگين حقيقتون پاڻ ۾ لڪائي ۽ ڏيکاءَ ۾ ڪجهه نه ڏيکاري. سون جيون جي جهورين کي ايئن پاڻ ۾ ملائي هڪ

ڪيو آهي جو ڪن جڳهن غمن جي غرقابي، هاڻ جيڻ حيات جي فطرت بڻجي ويئي آهي.

هاڻي ته من جون مرادون ڪجهه اهڙيون وچي ٿيون آهن، جو هينئر به جيڪر سون آڏو اهنج ۽ سهنج ساسهون ڪرين، ته مان همت ڏ گهيرينديس اهنجن ڏانهن. جو من ڪي هاڻي انهن ۾ ئي مزو ملي ٿو. ڇو؟ ان جي شعوري ڪارڻ جي ته خود سونکي به ڪل ڪانهي.

دوست، اڄ دنيا تو کي ڇا به چوي پر تون پاڻ ته جيل جي چوديوارين ۾ ڇين سان آهين نه ته اڄ تون به سون وانگيان سوچ جي صحرا ۾ ڀٽڪندو رهين ها.

سون کي ياد آهي ته جڏهن مان هتي نئين نئين آئي هيس تڏهن ڪيترو وقت ايڊجسٽ ڪرڻ ۾ لڳو هو. جيڪڏهن ڀيڻي به هجي ۽ پرجهلو به، ته پوءِ مقصد ماڻڻ هروڀرو ڏکيو ڪونه لڳندو آهي. سمرڪ ايندي ئي مان پنهنجي مقصد ۾ جنبي ويس. ڪتابن جي دنيا ۾ سون پاڻ کي ڪافي حد تائين گم ڪري ڇڏيو جو منهنجي آڏو منهنجو پهريون مقصد ئي اهو هو.

همت افزائي لاءِ جتي استادن جي همت افزائي هئي اتي ادي عبدالقادر جي رفاقت به، پاڻ هتي ٻه سال سون کان سينئر هو. اصل شڪارپور جو هو، ڇريءَ ۽ نيت بريءَ جي چوٽي جي بنهه ابتڙ. بيشڪ هتي جي ماحول ۾ ڪڇي وڃڻ ۾ سون کي ادي قادر جي ڏاڍي

مدد هئي. جگي دوست جو ملڻ به ته خوش نصيبي آهي
ڏ. تڏهن مان به پاڻ کي ڏاڍو نيڪ نصيب پائيندي هيس.

پر هڪ ڳالهه ٻڌايانءِ ته تن ڏينهن اسان جي
خوش نصيبيءَ جو معيار ئي ڪجهه اهڙو هو. خوشيون
ايتريون سستيون پائنبيون هيون جو ڪٿي اگر پرائي
باغ ۾ ڪو گل ٽڙندو هو ته دل پنهنجي پٺي خوش
ٿيندي هئي. ڪٿي ڪو سٺو راڳ ٻڌم يا سٺو ڪتاب
هٿ آيو ته پائيندي هيس ته ڄڻ قاروني خزانو ملي
ويو. ٻيو ته ٻيو چانهه جو هڪ سٺو ڍوز به خوش نصيبيءَ
جي علامت پٺي لڳندي هئي — ۽ هاڻي حالتون ٻيون.
ماڻهو ٻيا، ۽ ماڻهن سان گڏ معيار به ٻيا...

منهنجي هتي اچڻ کان ٻارنهن مهينا پوءِ تون آئين.
جڏهن ٻيهريون دفعو قادر کان تنهنجو بوسٽن اچڻ جو
ٻڌم ته دل خوشيءَ کان ٻلهار ٿي ويئي. نه ته توکي
سڃاڻندي هيس، پر پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي.

جڏهن تون آئين ۽ ادي قادر تنهنجي مون سان
سڃاڻ ڪرائي ته مون تومان ڪو خاص امپريشن نه
ورتو. سواءِ ان جي ته تون بلڪل سادڙو، هائي ڪائيءَ
جو مضبوط، ٿورڙو بي ترتيب ۽ ڪافي رف شيءِ هئين،
باقي ان کان وڌيڪ مون توکان ڪوبه تاثر ڪونه
ورتو، جو تو ۾ متاثر ڪرڻ جي ڪا ڳالهه ئي ڪانه
هئي، ان لاءِ نه ته ڪو تون ڌيار غير ۾ اچڻ ڪري

کو هيسيل هئين. بلڪ تو ۾ ڪولچ ئي ڪونہ هو
گهٽ ۾ گهٽ ان وقت مون اهوئي محسوس ڪيو.

مون کي تنهنجي اوائلي ڏينهن جي ڪابہ خبر
ڪانہ هئي تہ تو ڪٿي پئي گهاريا ۽ ڪيئن پئي گهاريا
البتہ ايتري سا خبر پيم تہ تو کي رهڻ لاءِ ايم. سي.
امتربٽ ۾ ئي روم مليل آهي! يعني منهنجي هاسٽل جي
سامهون لان جي هن پر بہ ئي ونگ ۾ منهنجي روم جي
اڳيان. ورانڊي جي ونجهين ۾ منهن هڻي جي سڌي نهار
کبي هئي تہ لائين ۾ بہ ئي پورشن جي مڙني فليٽن جون
دريون قطار ۾ ڏسڻ ۾ اينديون هيون، قادر بڌايو هو
تہ تو کي بہ ئي فلور ۾ پيو نمبر روم رهڻ لاءِ مليل آهي.

آءٌ ڪڏهن ڪڏهن اسٽڊي ڪان پوءِ تڪ پچڻ
لاءِ انهن ونجهين مان نهاريندي هيس تہ تنهنجي روم
جون بہ ئي پون رات جي ٻارهين وڳي سوڌي بند ئي رهنديون
هيون. ان ڪان پوءِ البتہ هڪ ڏيڍ وڳين ڌاري تنهنجي
روم جي شيشن مان روشني جا پاڇولا اچي ۽ لڙي
ويندا هئا. جنهن مان منهنجو اندازو هو تہ تون ڇڙو
روم ۾ اچيو ۽ سمهيو رهين. خدا ڄاڻي تون اسٽڊي
اورس ڪٿي صرف ڪندو هئين؟

ڪنهن لئبريري ۾، ڪنهن دوست دڙي وٽ يا
ڪنهن هوٽل يا بار ۾. تن ڏينهن مون کي تنهنجي
ڪا خبر ڪانہ هئي.

باقي سو توسان ڪڏهن ڪڏهن رسمي طور ملڻ ٿيندو ئي رهندو هو. جو اسين سيئي ڏيساور کان آيل هم زبان هئڻ جي ناتي ۾ محفلون ڪندا ئي رهندا هئاسين. جتي ٻين ٽاپڪس سان گڏ، اڪثر ٽاپڪ پنهنجي سوني ڌرتي جو به هوندو هو.

تون هوندو ته مٺ مٺ ئي هئين، پر قادر ٻڌايو هو ته سخت قوم پرست آهين. توکي پنهنجي ديس جي محبت ۾ ڪافي دفعا اسٽرائڪون ڪرڻيون پيون هيون ۽ ڪيئي ڀيرا جيل به وڃڻو پيو هو، تو ديس ۾ رهي جو ڪجهه ڪيو هو ان ۾ جيتري صداقت هئي تنهن لاءِ آءٌ ڇا چوان.

اڄ تنهنجي سار سان گڏ 'مارٽن' به ٿو من ۾ هريم. مارٽن اسان واري پورشن جي انچارج جو پٽ هو. ١٨-١٩ سالن جو ڏاڍو ٽاهوڪو جوان. اڪثر شام جو چاڪليٽ چٻاڙيندو ۽ گٽار وڄائيندي نظر ايندو هو. 'بوب' سندس ڪتو هر وقت ساڻس گڏ. اهڙو ذهين اهڙو ٽرينڊ جو ماڻهو کي مات ڪري. مارٽن ۽ بوب منهنجا پڪا دوست هئا. آءٌ هر روز شام جو لان ۾ بسڪوٽ کڻي ويندي هيس بوب لاءِ. جتي مارٽن ويٺو گٽار وڄائيندو هو ۽ بوب پاسي کان اکيون بند ڪيو شايد سرن سان پيو سرور وٺندو هو. اتي اسان جون خوب ڳالهيون ٿينديون هيون. مارٽن مون کان سنڌ متعلق ايڏي ته پڇ پڇ ڪندو هو، جو منهنجي خيال

۾ هاڻي سندس ناليج بہ سنڌ متعلق اوتروئي هئي
جيتري منهنجي ۾.

بوب بسڪوٽن جو ايترو تہ عادي ۽ شوقين هوند
هو جو مجال آهي اڌ ڪلاڪ کن دير ٿئي ڪيس ڏيو
۾. زنجير چڙهائي، ڪڙڪائيندو سڌو منهنجي روم ۾
اڳيان بوب پٺيان مارٽن. سزا جي طور تي بوب کي
بسڪوٽ ملندا ئي هئا، پر مارٽن جي بہ چانهہ لڳندي
هئي مٿي تي. حقيقت ۾ منهنجي مارٽن جي دوستي پڪي
ٿي هئي هڪ رليءَ تي. مارٽن کي منهنجي پاڻ ساڻ
آندل رلي ڏاڍي وڻي هئي. اڪثر ان رليءَ کي سفلر
جيان گلي ۾ ويڙهي پيو گهمندو هو.

هڪ دفعي اندر روم ۾ آيو تہ نظر وڃي پيس
سامهون رکيل ڪئلينڊر تي. جنهن تي عمر ۽ مارئيءَ
جي ڏاڍي سهڻي تصوير ڇپيل هئي. تصوير ۾ عمر مارئيءَ
کان پاڻيءَ جي آڇ ڪري رهيو هو، ۽ مارئي اڳيان
وڌي پاڻي پيش ڪري رهي هئي، پاسي کان هڪ اٺ
پڻ بيٺل ڏيکاريل هو. جيڪو رليءَ سان خوبصورت
ڪجاوو اوڍيل هو. مارٽن ڪلينڊر ڏسندي ئي هميشه
جيان سوال جواب ڪرڻ شروع ڪري ڏنا هئا، ۽ مون
جواب ۾ کيس سڄو عمر مارئيءَ جو داستان ٻڌايو هو.
ان سان گڏ ڪجهہ لوڪ گيت بہ ٻڌايامانس جي مون
پاڻ سان گڏ ٽيپ ڪري آندا هئا.

هڪ ڏينهن آيو ته ڏاڍو سرهو هو. رليءَ واري چادر ڪلهن ۾ ــ ڪنڌ ۾ ڳنڍ. ڪئليڊر ڏانهن ڏسندي چيائين. "ڪمال آهي هڪ عورت ۾ ايڏو عزم، وفا ۽ پوترتائي!"

چيوسانس ته، "شاباس ته ان مرد کي به ڏي نه مارٽن، جو وڏو حاڪم هوندي به ايترو بااصول، بهادر ۽ ڊيموڪريٽ هو".

"بيشڪ بيشڪ". چئي ڪن ڏسي پنهنجي ڳلي ۾ چادر ڏانهن ڏسندي هڪ شرارتي مرڪ مرڪي چيائين، "فرينڊ، هيءَ چادر به ڪٿي اوريجنل ته ناهي. جا مسٽر عمر جي آٽ تي ڊيڪاريل آهي؟"

"هام ها ڀائي"، مون چيو.

"آٽ به ته هي اوريجنل ئي آهي نه، جنهن تي رلي اوڊيل آهي!" مون ڏانهنس اشارو ڪندي وراڻيو.

اهڙي طرح مارٽن اسان جي تهذيب، اخلاق ۽ بهادري کان ڏاڍو متاثر هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪلي چوندو هو ته، "فرينڊ جڏهن تون پنهنجي ديس موٽي واپس ويندين ته تو کي مان به ڪمپني ڏيندس ۽ پنهنجي اکين سان ان ڌرتي کي ڏسندس جنهن جا رهواسي ايڏا سندر ۽ سياڻا آهن".

تو کي ياد آهي ته هڪ دفعو تون اسان واري فلور تي وڃڻ لاءِ وراندي ۾ بيٺل هئين. ان مهل مان به

يونيورسٽيءَ ۾ سان سوٽي هئس. آءٌ ستي وڃڻ لاءِ لفٽ جي انتظار ۾ هئس ۽ تون ٻه. جڏهن اسان ٻئي لفٽ تي سوار ٿياسين، تڏهن تون منهنجي وجود کان بيخبر ٿي چپ چاپ بيٺو رهين، ۽ مون پاڻ ئي توسان ڳالهايو هو.

"توهان اڄ هن پاسي ڪيئن؟"

"قادر ڏانهن".

"توهان پنهنجو وقت ڪيئن گذاريو؟"

"دوستن سان، دوستن وٽ". تو تمام مضبوط لهجي ۾ نڪرڻ جواب ڏنو.

"پر وقت جي گهرج توهان کان ڪجهه ٻيو به چاهي ٿي؟"

"دوستن لاءِ منهنجي جان به حاضر آهي، ۽ ان کان وڌيڪ ڪا گهرج، گهرج ناهي".

ان کان پوءِ تون مون کي نولفٽ ڪري خاموش ٿي وئين ۽ مان به هرو ڀرو ڳالهائڻ مناسب نه سمجهو هو.

پوءِ هوريان هوريان مون محسوس ڪيو ته قادر وٽ تنهنجا پنڌ پير وڌي ويا آهن. اڪثر يا تون قادر وٽ ايندو هئين يا قادر تو وٽ. شايد تنهنجي دوستن ۾ هاڻي قادر به شامل ٿي ويو هو.

مون کي پن-ڇڻ رت جي اها پهلي پهلي شام ياد آهي جڏهن تو پهريون ڀيرو مون کي پاڻ هرتو سلام ڪيو هو.

مان لاڻ ۾ ويٺي هئس. بوب بسڪوٽن ۾ مگن هو
مارتن گٽار تي هلڪا هلڪا سر پي ڇيڙيا. سڪل سڪل
پن هوا جي رخ تي هيڏي هوڏي ٿي وڪريا. موسم
تي اداسيءَ جو عجيب اثر هو.

مان رکي رکي غيرارادي طور تنهنجي درين ڏانهن
ٿي ڏٺو جي هميشه جيان اڄ ۾ بند هيون. شاهه لطيف
ان ئي ويل لاءِ چيو هو:

ڪڏهن ٿا هيون ڏين، ڪڏهن در کلن دوستن جا
ڪڏهن اچان ته اچڻ نه لهان، ڪڏهن ڪجهاندر.

ائين ٿي لڳو چڻ درين تي صدين جي دز وري وئي
هجي. انهن جي مان ۾ ڪڏهن ڪا چرپر ئي نه ٿي هجي.

سوچيم ڪڏهن ڪڏهن بند دروازا به من کي
ڪيڏو ڏکيا لڳندا آهن. اهڙين ڳالهين جي چت ۾
چنتا ڪري وجهندا آهن، جن جو ڏسڻ ۾ ڪو سبب ئي
ڪونه هوندو آهي.

اسان به ناداني‌ءَ ۾ به ڪتاب پڙهي پاڻ کي
سمجهه جو صاحب پاڻئي ويهندا آهيون. ائين ڇو پائيندا
آهيون ته حالتن جا حاڪم اسان پاڻ آهيون؟ هر ڳالهه
جي نفعي ۽ نقصان تي ويچارڻ تي آتا! ان ڳالهه کان
قطعي بيخبر ته ڪڏهن ڪڏهن ڪجهه ڳالهين جا
ڪارڻ، حالتن ۾ نه، ازل کان ڪرم ۾ جڙيل هوندا

آهن. جن ڳالهين تي اسان لئي ٻهرين لاءِ اينديون هئي ۽ اسين انهن کي بيسن جون بيوقوفيون ڀائيندا هئاسين اهي ئي اسين اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ٻارن تي لاهي ڇڏيندا آهيون. ان لاءِ جو اهي ڳالهيون اسان جي جنم پٺيءَ ۾ جنم کان ئي جڙيل هونديون آهن. جن کان جند ڇڏائي ئي نه سگهبي آهي.

ان شام پهريون دفعو مون ڏٺو ته درين ٽان دڙ ٽوري ورکري هئي. مٽ ۾ هلڪو تحرڪ ۽ مستي هئي، ۽ درين جا تاڪ کليل پيا هئا، تنهنجي روم ۾ روشني ڦهلي هئي ۽ تون شايد شام جي سوگواريءَ کان ڇڪجي اچي دريءَ ۾ بيٺو هئين. تو سگريٽ جا ڊگها ڊگها ڪش ٿي هنيا، ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي تنهنجي اوچتي نظر مون تي پئي.

عزت مان تو سگريٽ وارو هٿ هيٺ ڪري ڇڏيو ۽ نوڙي ڇاتيءَ تي هٿ رکي ڏاڍي اخلاق سان سلام ڪيو هئي. اسان جي روايت مطابق.

مون کي تنهنجي اها ادا ايتري وڻي، هئي جو مان خوش ٿي ٽڪي اڏ ڪلاڪ جو مارتن سان تنهنجي ٻرپٽ سجاڳ ڪرائيندي رهيس.

ڪڏهن ڪڏهن روشنيءَ جو ننڍڙو ترورو ٻه من جي ڏنگيندڙ اونده کي ڪيڏو نه منور ڪري ڇڏيندو

آهي. روشنيءَ ۽ روح جو به ڪيڏو نه اٽوٽ ناتو آهي
هڪ ٻئي سان.

حيران آهيان گوتم ٻه ته انهن روشنين جو ڳولهائو
هو. پوءِ ان کي ڇو زندگي ٽيا ڳڻ ۾ روشني ملي هئي؟
جڏهن ته روح زندگيءَ جي انهن روشنين مان ئي نور
پايو وڃي، ۽ سن کي جا ان روشنيءَ مان آسيس ملي
ٿي سا وري ٽيا ڳڻ ۾ ڪٿي؟ ۽ تن ڏينهن هڪ ”روح“
کي به روشنين جي تلاش هئي. نهل ۽ نستي جيءَ کي
نور جي ٽيڪن جي ضرورت هئي — جي ان روح شايد
اتان پائي ورتا هئا.

وقت جو وهڪرو وهندو رهيو. سنهنجي ٽيهن گهڻي
ڀاڱي پوري ٿيڻ واري هئي. هوندن به سن آڏو ڪو
مقصد هجي ته زندگي هوندن به ڏاڍي روان دوان
گذرندي آهي.

من جا لطيف ساسرا هرو پرو دل کي اڳيان ڏڪيندا
آهن. ڪجهه سوچڻ لاءِ ڪجهه لوچڻ لاءِ، ۽ طبيعت
حساس ٿي اڌ پورن ڪمن کي پورو ڪرڻ چاهيندي
آهي، ۽ سمجهائي ڪونه سگهبو آهي ته اها ذهن جي
ڪهڙي ڪيفيت هوندي آهي جنهن تي خوشيءَ ڳاڙهو
رنگ رچيل هوندو آهي، ۽ فيصلو ڪرڻ ڏکيو ٿي
پوندو آهي ته هينئر من ڪهڙي ڪيفيت سان لنگهي
رهيو آهي؟ ذهن جي اها حالت تيستين قائم رهندي

آهي، جيسين وچي ماحول جا ڪي سخت جاڳورتا ذهن کي هڪ پاسي ڪن.

تن ڏينهن ادو قادر سليو، ان ڪجهه اڳري تائو سان تنهنجي لاءِ پڌايو ته تون هتي اچي لاپرواه ٿي ويو آهين ۽ بنهه وساري ويٺو آهين ته تون هت ڪهڙي سانگي آيو هئين؟ تنهنجي دوستيءَ جو دائرو وڌندو ٿي ويو، جنهن ۾ ڇوڪرن سان گڏ ڇوڪريون به شامل آهن.

تو کي تنهنجي دوستن ۾ خاص مرڪزي حيثيت حاصل آهي. هوٽلن ۽ بارن جا بل گهڻو ڪري تون ڀريندو آهين. تنهنجون پسنديون ايتريقدر ته بدلجي ويون آهن، جو چوندو آهي ته ڪوڪ ۽ پاڻي ته فقط سوڊ ۾ اچي هارڻ لاءِ هوندا آهن. اهو پيئڻ ڪهڙو جو جيئڻ لاءِ نه جڳائي. جو چڪو ٽڪو نه لڳي سو چڪو ڪهڙو؟

اهي سڀ ڳالهيون پڙهي دل کي ايڏو ته ڌڪ لڳو هو جو ان ڏينهن مان ڪو ڪم ڪري ڪانه سگهي هيس، ۽ سارو ڏينهن ڪافي پي ۽ رڪارڊ پڙهي گذاريو هو.

سچ ته هتي توکي روڪڻ ٽوڪڻ وارو ڪير هو. مسيءَ جي اندر ۾ اچي تون اهو رستو وڃائي ويٺو هئين جنهن لاءِ هيترا ڏورڻ ڏوري هتي آيو هئين.

مون کي نکو حق هو ۽ نکا حيثيت جو توکي انهن پلپل رستن تان ورائي وٺان ها.

شايد ڪم جي گھٽائي هئي. وطن جي سڪ به هئي ۽ ڪجهه من جو ذاتي خلفشار به. مان اوچتو بيمار ٿي پيس. اڪيلائيءَ ۾ ڏيل اصل ائين پئي ڏريو جو مجبورن اسپتال ۾ داخل ٿيڻو پيو. هتي اچي پنهنجي اهميت جي اصل خبر پوندي آهي. دوستن جي پرگھور لاءِ اچ وڃ استادن جي خبرگيريءَ لاءِ فونن مٿي فون. مطلب ته مون ڀانئيو، هيل تائين مان پاڻ کي شايد under estimate ڪندي رهي آهيان.

شايد توکي به قادر جي ذريعي خبر پئي سو تون به پلائي ڪري پڇڻ آيو هئين. آئين ته پڇيئي ڪي به ڪين. چپ چاپ ويهي هليو وئين. ويندي ويندي سو ڏادي نهٺائيءَ سان چيو هيئي، ”ڪو ڪم ڪار هجي ته مان حاضر آهيان“. ۽ جواب ۾ مان تنهنجي مهرباني به مڃي ڪانه سگھي هيس.

اسپتال مان ڊسچارج ٿيڻ کان پوءِ مون ٿوري وقت لاءِ پنهنجو ڪم هڪ پاسيرو ڪري ڇڏيو هو. مارٽن ۽ سنڊس ساڻ منهنجي ايتري ته چاڪري ۽ پرگھور لڌي جو مان پنهنجي بيماري کي شرم جو ڪارڻ محسوس ڪرڻ لڳي هئس.

ان وچ ۾ قادر تنهنجي لاءِ هڪ ننڍڙي ڳالهه ٻڌائي، ته تون اڪثر منهنجي خيريت پڇندو رهندو آهين.

پر پاڻ پڇڻ ان ڪري ته ايندو آهين جو اهو موڙ ڪي الائي ڪيتري قدر مناسب لڳي! مٿان ادي قادر چيو هو ته، "اسان هڪ ئي پاسي ڪان آيل پرديسي هڪ ٻئي جي خبر نه لهنداسون ته پيو وري ڪير لهندو؟ پر جي جڙون اتي جي ماحول جون هميشه ڪان اندر ۾ ڪتل آهن، تن جي ڪري لحاظ ۾ آخر رکڻو ئي پوي ٿو".

۽ مان اڄ تائين سوچي ڪانه سگهي آهيان ته اسان جي ماحول جون جڙون ته ڪيتريون ئي اسان ۾ ڪتل هونديون آهن، پوءِ انهن مان ڪجهه اسين قائم رکيو اچون ۽ ڪجهه کي ائين چنيو اڇليون جو اهي جڻ اسان جي ميراث مان ئي ڪين هيون. ائين آخر ڇو آهي؟

پوءِ ڪيترا ڀيرا مون پنهنجين اکين سان ڏٺو: تون اتي جي ديسي ڇوڪرين جي وچ ۾ راڄا اندر ٻڌيو گهمندو وتندو هئين. ٻڌو هئم تـو انهن مـان ڪي دل پسند ڇوڪريون پاڻ لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيون آهن، ۽ تون چوندو هئين، "انهن کي اگر ڪڏهن سان ڪنهن 'ٻئي سان' ڏٺو ته غيرت جي ثبوت لاءِ ٽي گوليون هميشه لوڊ ڪري رکندو آهيان".

انهن گولين جو ليکو ۾ ٻڌو هئم. هڪ گولي شايد تون ان ڇوڪريءَ لاءِ ڪڍيندو هئين، ٻي ان جي آشنا لاءِ ۽ ٽين گولي!! ٽين گوليءَ جو حساب وسري ويو اٿم ـــ غالبن تو پنهنجي لاءِ چونڊي هوندي اها ٽين گولي!!

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مون محسوس ڪيو تہ پنهنجي ۽ قادر جي وچ ۾ ٿوري ان بڻت ٿي پئي آهي، جو توهان جو هڪ ٻئي وٽ اچڻ وڃڻ بنهہ ڪونہ ٿيندو هو.

ڳالهين مان ڳالهہ ٿي قادر پاڻ ٻڌايو هو تہ توهان ٻنهين ۾ رنجشون ويتر وڌنديون وڃن.

مون ڪانئس سبب پڇيو هو، پر هو اهو چئي لنوائي ويو هو تہ بس سڙئي نظرياتي اختلافن ڪري ويچا وڌيا آهن — ورنہ ڪا خاص ڳالهہ ڪانهي. ان ڏينهن مان هيڏي هوڏي ويچارڻ بدران ڪافي دير ويهي پنهنجي ٿيسز کي فائينل ٽچز ڏنا هئا، ۽ پنهنجي پڻاندر پڪو پهہ ڪيو هئم تہ آئنده سيرئس ٿي صرف پنهنجي ڪم تي ڌيان ڏيو جو مون کي آخر پنهنجي وطن ٻہ تہ واپس وڃڻو هو.

ڪافي ڪم ڪرڻ کان پوءِ اها رات آءٌ ڏاڍي گهري ننڊ ستي هئس. روشنيون جي پري هجن تہ انداري گهري ننڊ ايندي آهي. سو مان ٻہ ننڊ ۾ ۾ هونئن ٻہ گهري ننڊ ايندي آهي. سو مان ٻہ ننڊ ۾ الائي ڪيترو پري پري وڃي نڪتس جو تڪڙا تڪڙا ۽ زورائتا دروازي تي گهنٽين جا آواز ٿيا. جيسين اٿي دروازو پٽيان تيسين لاڳيتو گهنٽي وڄندي رهي.

”پرور، پٽ رڪجانءِ“.

دروازو کوليم ته سامهون مارٽن بيٺو هو، سندل متيون ۽ جسم پئي ڪنبيا.

”ڇا ٿيو مارٽن؟“

”قتل، قادر قتل ٿي ويو“.

منهنجو ستو پواڻجي ڪائي ويو.

”ڪنهن قتل ڪيو، ڇو ٿيو قتل، ڪٿي ٿيو؟“ هڪ ئي ساهه ۾ مون الائي ڪيترا سوال پڇيا هئا.

مارٽن سامهون ٻئي فلور جي ٻئي نمبر روم ڏانهن اشارو ڪندي رڪائي سان هليو ويو ۽ ويندي ويندي تنهنجو تالو به وٺندي ويو.

تنهنجو تالو ٻڌي مون کي محسوس ٿيو ڄڻ، ڄڻ عبادت ڪندي منهنجي تسبيح جا داڻا ڇڄي پيا هجن.

دوست، تون شايد ذهن جي انهن حالتن مان نه لنگهيو هجين ته ذهن تي جڏهن سانحا گذرندا آهن تڏهن دل پنهنجن جون قربتون چاهيندي آهي ۽ هر ويرو پرائيو آهي ته ڪن پنهنجن وٽ وڃي وهجي جو لمحن جي اذيت ايترو نه ستائي. مان تڪڙ ڪري ٻي سمجهائي وڃان اٿيس. ڇيم، ”قادر کي وڃيو ٿي پنهنجو ڏوهه ڏسيان ان سان وڃي ٿي تنهنجون ڳالهيون ڪريان“.

”پر قادر ته ڪڏهوڪو کسجي ويو“. الائي ڪٿان ڪان سمجهه موٽي آئي، ۽ پوءِ مان ڇيڙي ڪري ليٽي

پيس جو ويھڻ جو ست ئي ته ڪونه هو. اهو سڄو ڏينهن مان اندران دروازو بند ڪري پئي هئس. ٻاهر طرح طرح جا آواز هئا. اچڻ وڃڻ جا آواز، گوڙ گهمسان، قتل جون خبرون، قياس آرائيون. اهو سارو ڏينهن مون اڪيلو روم ۾ گذاريو، نه مارٽن ئي لڙي آيو نه ئي بوب ڪا سار لڌي.

تنهنجي ڪيتي تي ٻين ڪيٽرن کي لوڙهو پيو. ڪيترا رولز ريگوليشنز پاس ڪيا ويا. ڪيٽريون ئي تبديليون آيون ۽ اسان ڌارين تي سختيون برتيون ويون.

مارٽن پنهنجا آدرش بدلائي ڇڏيا هئا ۽ بوب پنهنجي عادت مٽي ڇڏي ۽ مان تڏهن پهريون ڀيرو ڄاتيو هو ته پرائي ڌرتي تي ڪو ڌاريون ماڻهو ٻيٺي آهيان جنهن کي هتي رهڻ جو هاڻي ڪوئي حق ناهي.

۽ جڏهن ڊگري پيتيءَ ۾ وجهي وطن ڏي واپس وڃڻ جي ڪئي هئم، ان ڏينهن دل جهڙو ويٺي ويٺي پئي ڄاتيم. مارٽن سان ملڻ ويس ته هو ڏاڍي ٻاهوه سان مليو. بوب کي پيار ڪري هڪ نظر قادر جي روم ڏانهن وڌم. پر اتي ته ڇڻ ڪاريءَ وارا ڪڪ لڳا پيا هئا. سندس روم اڃا تائين سيل ٿيو پيو هو. نوڙي نوڙي پٽ کي ڏسڻ چاهيم متان ڪي ماضيءَ جا ميساريل داغ ئي نظر اچن، پر وقت جا ريلا ته ڇڻ رت جي رشتن کي ريڙهڻ لاءِ ڪي آتا هوندا آهن، ڪي نه ته

ڪونہ ھو اتي! جوڳين کان سواءِ جايون سڃيون سڃيون
پئي لڳيون. پولارن ميان ڇڻ ھرسئو آواز ٿي اٿيا،
”اڄ . . . سات سڙھين . . . ۾ جوڳي . . . جيڪي ويا . . .
اڄ سات . . . سڙھين ۾ سات . . . سڙھين ۾!“ ۽ مان انھن
آوازن کان گھبرائجي روم ۾ ھلي آيس. عجيب طرح
جي آنڊ ماند ھئي من ۾! پانيم اچا ٻہ ڪا ميخ آھي
اندر ۾ جا اٽڪي ٿي. ڪا تند آھي جا ڪجھہ تنواري
ٿي ۽ مان ان پيڙا کان بچڻ ڪاڻ ڪيترو وقت اڳ
۾ ئي ائرودرم ھلي آيس.

ايندي ايندي الائي ڪھڙو رحم پيو پاڻ تي جو
چيم اڄ ھڪ ڦيرو چونہ تنھنجي چوديواريءَ جو بہ ٿي
وڃي. ھتي جا بوجھہ ھتي ئي ڇڏي وڃجن. پوءِ متان
پنھنجو من پاڻ کي ئي ميارون نہ ڏي.

تنھنجي بلڊنگ جو ٽيڪسيءَ ۾ چڪر ڏيندي
سوچيو ھوم: ھي ڦيرا تہ ڪنھن مذھب ۾ قسمتن جي
سنجوڳ جا اسين ڪري پانئبا آھن، پر مان اڄ ھن
ڦيرن جي تعبير بدلائڻ آئي ھئس. چيم، ”اڄ توکي
ارپڻ آئي آھيان پنھنجي لکئي جا اھي ڏينھن جي منھنجي
لاءِ يقينن ڏاڍا ڏکيا ھئا، پر ھاڻ اڄ توکي اھي بوجھہ
ارپڻ کان پوءِ انھن جو منھنجي زندگيءَ ۾ ڪڏھن گذر
نہ ٿيندو- ڪڏھن نہ!“ اھو منھنجو عزم ھو، منھنجو
فيصلو ھو.

جهاز ۾ ويٺي ويٺي الائي ڪئان 'غازيءَ' جا لفظ
تري آيا ذهن تي.

"اسٽيشن تي عزيزن کي 'الـوداع' چوڻ وقت
پاسيندو آهي، ڇو اسان جي وجود ۾ ڪجهه آهي جو
مري رهيو آهي ۽ جڏهن اتان سوٽبو آهي تڏهن پائنبو
آهي ڇو اسين پنهنجي ئي وجود جي هڪ حصي کي
خدا حافظ چئي آيا هجون".

۽ جڏهن جهاز رن ـ وي تي ڊوڙڻ لڳو هو تڏهن
مون ٻه دريءَ مان منهن ڪڍي فضا ۾ آخري دفعو
توکي "خدا حافظ" چئي هميشه لاءِ ان کهاڻيءَ کي
ختم ڪري ڇڏيو هو: هميشه لاءِ!

# ڪهڙو برانڊ ۽ ڪهڙي سگريٽ؟

آن رات سگريٽ جو، سلگڻ ڪان پهرين سڏڪڻ سون پهريون دفعو ڏٺو هو ۽ مان چرڪي پيو هوس!

سوڊ تي سستي چانيل هئم ۽ ڏاڍي لوڏ سان اندر گهڙيو هوس. روم جي رنگين فضا ويتر هٺي ديوانو بنائي ڇڏيو هوم.

منهنجي دوستن کي به منهنجي مزاج جي چڱيءَ ريت خبر هئي سو هنن به منهنجي شاديءَ جي روم سينگارڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي هئي. هر طرف ڳاڙها ڳاڙها شيڊ، پيارا پيارا دبيز پردا، ڊبل فوم جو گلابي گلابي بيڊ ۽ آن تي آڻ ڏٺي منهنجي ڪنوار! هر طرف خوشبو ۽ سرهاڻ ... ڇا ڇا نه هو منهنجي روم ۾!

هوءَ ڪنڌ جهڪايو ڪرونڊڙي تي گهونگهٽ ڪڍيو ويٺي هئي. مان ڪانئس لفظي اجازت گهري پاسي ۾ ويٺس ... بي چيني ۽ بي قراريءَ وڏيڪ اجازت نه ڏني ۽ آتاولو ٿي گهونگهٽ مٿي ڪنيوسانس!

جهڪيل جهڪيل اکيون ڳاڙها ڳاڙها ڪپڙا، نازڪڙا زيور ۽ خوشبوئن ۾ رچيل هڪ نازڪ نازڪ ننڍڙو سراپو!

آهستگيءَ سان سنهنجي دل نعرو هنيو. ”سيني سائز سگريٽ!“

سگريٽن جي ’نزاڪتن‘ جو سان هميشه کان ڪوڏيو رهيو آهيان. برانڊ جو هر نمونو، هر ذائقو، هر سائيز ۽ قسم سنهنجي آڱرين جي وڪڙن ۾ ڦاسجي ۽ سنهنجي چپن جي چهاءَ سان نڪري چڪو آهي.

سنهنجي هٿن جون آڱريون بيحد سڊول آهن ۽ سنهنجي چپن جو لمس خوب گرمائيندڙ! آن ڪري اڄ تائين ڪابہ سگريٽ هڪ دفعو سنهنجي چهاءَ کان متاثر ٿي نہ سون کي ڇڏندي آهي ۽ نہ سان ئي ڇڏيندو آهيانس، توڙ نڀائيندو آهيانس انت تائين، تان جو نئين سگريٽ پهرينءَ سان دڪائي رک ٿيندڙ سگريٽ کي بوٽ هيٺ آڏي پير جو گهڪو ڏيئي کيس پٽ ڀر ڪري ڇڏيندو آهيان ’چين سموڪر‘ هئڻ ناتي ٿورو اهو ’هرجائي پڻون‘ ٿي ويندو آٿم.

آهي الائي ڪيڏا عجيب لڳندا اٿم، جيڪي هميشه هڪ ئي سگريٽ ڪري سجاڻپ ۾ اچن! سچ تہ عجب لڳندو آٿم انهن تي!

هڪ پرفيوم جو مسلسل استعمال، در ڪرڪائڻ جو مخصوص انداز، ڳالهائڻ! هلڻ ۽ لکڻ جو خصوصي

ڏنگ! اهي ڳالهيون ته سمجهه ۾ اينديون اٿم، پر سگريٽ جي نزاڪتن سان اڻ ريت 'وفاداري' يعني هميشه هڪ ئي سگريٽ جو استعمال، مون کي بي وقوفي لڳندي آهي. اها وفاداري يا ڪنهن نفسياتي گره جو شڪ پائيندو آهيان، يا حالتن جي شڪار جو! 555 جي نزاڪتن جو لطف وٺڻ وارا جيڪڏهن Wills وانپرائڻ لڳن ته پڪ هوندي اٿم ته غريب 'حالتن' جي ور چڙهي ويا. پر جيڪڏهن Capstan ڇڪڻ وارا هميشه Capstan تي ئي گذران ڪن ته پائيندو آهيان يقيناً هي نفسياتي طور آببا ناهن پاڻ کان!

خيال هئم ته سگريٽ هميشه ڇڪڻ کاڻ آهن. سو هنن جي حسن کي آزمائڻ به عين فطرت وٽان آهي... پلا فيڪٽريءَ جي مالڪن به هيترا سارا قسم ڪيئي ائين ته ڪونه ڇڏيا آهن آخر؟ پوءِ ڪفرانِ نعمت ڇو؟ جڏهن ته نازڪ سگريٽن سان اها ڪا زيادتي به ناهي جو هو آهن ئي ڇڪڻ کاڻ! سموڪر هئڻ جي ناتي منهنجو ڪم آهي چڙو ڪين تيلي ڏيکارڻ باڙ مٿائڻ! پوءِ پرڻ، ڪامڻ، لوساڻڻ ۽ رکڻ جو ڪم رهيو سندس بيلي! رک ٽيڻ کان ڏورو اڳ وري به منهنجو ڪم ٽيندو آهي، جو نئين سگريٽ اڻ ختم ٽيندڙ سگريٽ سان دکائي ڪيس پوٽ هيٺان گهڪو ڏيئي سندس آخرت سنواري ڇڏيندو آهيان هميشه لاءِ. ائين ڪرڻ ۾ به اندر جي الائي ڪهڙي اڌمي کي

آئت سلنديءَ اٿم. ٿيو ٿورو سو احتياط پسند به آهيان. سگريٽ ڪي ان ريت ڇڪڻ کان پوءِ رهيو کهيو ڊپ به لهي ويندو اٿم ته ڪو هن جي ڪا آخري ڇٽنگ ڊڪي ڊڪي اڙد گرد ۾ ڪو ٻارڻ نه ٻاري ڏئي ۽ مون لاءِ ڪو ٻاهه جو پٽيٽ نه ڪڙو ٿئي! ان ڪري ٻوٽ جو هڪ گهڪو جتي سنڌس انت آڻڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي اتي منهنجي ڊپ لاهڻ لاءِ به بيحد ضروري.

پنهنجي 'دلڪشي' تي هميشه ڏاڍو ناز رهيو اٿم. آهيان به هيڏي ساري خاندان جو اڪيلو چشم و چراغ. حسن، دولت، امارت ۽ ذهانت. انهن سڀني خوبين کان علاوه منهنجي ڳالهائڻ جو فن! سڙنئي ڳالهين هٽي اتم بڻائي وڏو هئم ٻين ڪئون!

جڏهن يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هوس تڏهن ڊگهي ۽ گهي شيورليٽ ۾ "زون" ڪري زوزاٽ سان بريڪ هٽي پيڪيٽن جي صورت ۾ اينڊز سگريٽن کي هٽي ڇرڪائي ڇڏيندو هوس. سگريٽن جو پاڪٽ ڇڙوڇڙ ٿي ويندو هو. ڪا سگريٽ ڪيڏانهن وڃي پوندي هئي ڪا ڪيڏانهن! ڪنهن جي منهن ۾ ور پوندو هو، ڪا شرمائيندي هئي، ڪا لڄائيندي هئي، ڪا گهبرائيندي هئي ۽ ڪا وري ڇتي 'Seissors' قينچيءَ جيان واڪڙ ڪيو ڪي ٻول ٻوليندي هئي جي چڙهيل شيشن جي هن پار ئي رهجي ويندا هئا! مزو ايندو هوم سنڌس ان ريت وکرڻ ۾ به.

لفظن استعمال ڪرڻ جو فن خوب ڄاڻان. سو سڀئي ان فنڪارانه صلاحيت کان متاثر ٿي ڪيترين سگريٽن پاڻ اچي منهنجي دام ڦاسنديون هيون! ۽ ڪا خاص ڪوشش ڪرڻي ڪانه پوندي هئم. پائيندو هوس ته خوبصورت لفظ استعمال ڪرڻ به ته هڪ ڏانءُ آ... جڏهن ته ان ڏانءَ جي هر سماج ۽ هر مذهب تلقين به ڪئي آ... پوءِ مان به ڇو نه ان ڏانءَ مان فائدو وٺان... جڏهن ته اهل به هوس، پوءِ جيڪڏهن ڪا بيوقوف منهنجن لفظن ۾ وچڙي اچي پاڻ ئي Decieve ٿيڻ لاءِ تيار ٿئي ته ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه!... جڏهن فائنل ايئر ۾ هوس تڏهن ڪنهن شاهي خاندان جي 'Three Castle' ڏڪندڙ لفظن ۾ چيو هوم ”خبر اٿم تون 'لفظن' کان سواءِ باقي ڪجهه به ناهين. پر الائي ڇو تنهنجي ان لفظي جادوگريءَ هٿي موهت ڪري وڌو اٿم. جڏهن ته ڄاڻان به ٿي ته تنهنجي ان لفظي لاله زار ۾ رڃ کان سواءِ ڪجهه نه ناهي“.

ٿالو ان سگريٽ جو مون ڪي ان ڪري ياد آهي جو هوءَ منهنجي بوٽ جي گهڪي کان اڳ پاڻ ئي ختم ٿي ويئي هئي ۽ مان اها تڪليف ڪرڻ کان بچي ويو هوس. پانيان ٿو ته سندس خوشبودار خط اڃا به پيٽيءَ ۾ پيو هوندم.

لکيو هئائين ”سراب پٺيان ڊوڙڻ اجايو ٿي پانيا، ۽ زندگيءَ جي رنگينين ۾ رچڻ هاڻ مون کان نه پڄندو.

سو ٥٠ سالن جي هڪ پوڙهي سان پرڏيجي وڃيو ٿي هڪ ڳوٺ جا وڻ وسايان. مان توکي پنهنجي جهانن ۾ معاف ڪيو. توکي وساري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪنديس ۽ تون به منهنجي لاءِ دعا ڪجانءِ".

پر جيسين سندس لاءِ منهنجي دعا جا هٿ کڄن ٿي کڄن تيسين وري نئين سگريٽ لڳيم دام ۾! کنيل هٿ اتي ئي رڪجي ويا ۽ سندس خواهش ئي رهجي. سو ڪابه مخصوص سگريٽ من تي مستقل ڪڏهن ڪانه ٽڪيم. جي ڪنگ سائيز چڪيندو هوس ته ميڊيم سائيز ڏانهن اک هوندي هئم. جي مٺي سگريٽ ساڻ هوندي هئم ته تکيءَ لاءِ واجهائيندو هوس جي تکي ور چڙهندي هئم ته مٺي جي دام لاءِ پيو ڏسندو هوس.

ان ڪري مون کي سگريٽن جا نالا ڪڏهن ياد ڪين رهيا. ڀلا ڪنهن کي ياد ڪري ڪنهن کي ياد ڪريان ها. بس صرف ايٽرو ياد اٿم ته 555 جيان ڀريل ڀريل سرهاڻ سان ٻهڪندڙ هوندي هئي. ڪا K-2 وانگر ڊگهي ڊگهي جهڙي سرو جو وڻ. ڪا "Gold leaf" سونهري سونهري رنگت جي ڪا وري 'Capstan' جيان وچ قد جي پوري پني. ٿوري مٺي به ٿوري تکي به.

انهن خوبصورت سگريٽن جا سوٽا مون پاڻ هڻيا هئا. حسن جي اهڙا مهراڻ مون پاڻ اوتي هئي.

ٻڌو هئم ته بابو به سنهنجي ئي طبيعت جهڙو گلقند مزاج مٺهو هو. پاڻ به الائي ڪيترن ئي گلن جي سرهاڻ ڪي سموهيو هئائين پنهنجي دامن ۾ . اسي سڄي زندگي سندس اوسيئڙي ۾ رهي. ۽ مان چڙو سندس چڏيل ملڪيت تي ئي پروان چڙهيس.

بابي واري دولت خوب ڪم آيم. وڏو ٿي جڏهن سندس ري ڏٺي پيرن تي هلڻ لڳس ته اسي روئي پئي هئي. چيءِ "سچو نور ته تنهنجي پيءُ جي راهن ڪي ڳولڻ ۾ نچوئي چڏيم. هاڻي تون انهن رستن تي هلي، ماءُ جي رهي ڪهي نرت نه لٽائي، ائين اندو نه ڪريئم راجا! جو هلڻ لاءِ پنهنجو چڏي پرايو سهارو وٺڻ لڳان".

پر چوان ٿو نه لفظن جو فنڪار آهيان. سو اسيءَ ڪي ٻه لفظن ۾ ريجهائي چڏيندو هوس. ڪم آهو ئي جيئن چاهيم. هڪ ٻه دفعو شعوري ڪوشش ڪيم به پاڻ ڪي روڪڻ جي. پر ڄاڻيم ته ان روڪ هٿي ٻاڙ ڪي ويتر وڌائي چڏيو هوم. پوءِ جا سگريٽ ڇڪيندو هوس ته اڳين ٻوئين ڪسر پوري ٿي ويندي هئي ۽ حد بندي قائم ٿي نه سگهندي هئي.

پر اهو ڪيل اسيءَ کان گهٽا ڏينهن ڳجهو نه رهي سگهيو، جو پاڻ به آخر ڪير جي ڪاٽيل هئي. سو هڪ ڏينهن گهرائي حڪم صادر ڪري چڏيائين چئي: "تنهنجون هلتون سون ڪي ڪين ٿيون آڏڻن، ٻچان ٿي

متان پٺهين وانگر توکي به وڃائي نه ويهان... هڪڙي ڇوڪري ڏسي آئي آهيان. ساڳئي پيءُ جي هڪڙي آهي. مون کي وڻي ٿي سو توکي پرڻائيندس ان سان".

"پر اسي مان جا سگريٽ به وٺندو آهيان ته ان کي به ڏسي وائسي ٿاهي ٿوکي وٺندو آهيان. جهڙيءَ تهڙيءَ ۾ ته اک ئي ڪانه ٻڏيم. شادي ته قسمتن جو سنجوڳ آ سو..." مون احتجاج ڪيو.

پر اسيءَ هڪ نه ٻڌي. چيئين: "مون جو سوچيو آهي، سو تنهنجي خلاف نه آ... الله سڀ چڱي ڪندو... تنهنجي ڪجهه جي ضرورت ناهي. آءٌ اڳئين هفتي ڳالهه پڪي ڪري ايندس."

ڳالهيون ته مان به هميشه پڪيون ڪندو هوس. پر جيڪي نيايم سي پاڻ ٿـو ڄاڻان. سـو اسيءَ جي منهنجي باري ۾ ڳالهه 'پڪي ڪرڻ' ۾ ڪو حرج ڪونه لڳم... ٿئي هوءَ سچ پچ منهنجي ڳالهه پڪي ڪري آئي، ڪنهن ساجده سان، يا ساجده جي ڳالهه پڪي ڪري آئي مون سان.

ڏينهن نيرڻ لڳا هئا. پنهنجي من پسند سگريٽن کان جڏهن واندو ٿيندو هوس ته اسيءَ واري سگريٽ متعلق سوچڻ لڳندو هوس... ويچار ايندا هئم، الائي ڪهڙي هوندي آخر؟ ڊگهي جهڙي ڪنگ سائيز، ميڊئم سائيز ڪين بي بي سائيز؟

الائي مٺي هوندي، الائي ڪوڙي هوندي، ڪين ڦڪي ڦڪي ٻاڙي ٻاڙي 'Two Flower' جيان خوشبوءِ ۾ بدل ڪين سوچن جي سمنڊ ۾ ائين ئي ٻڏندو ترندو هئس جو اسيءَ جو حڪم هيڪر وري نازل ٿيو: "تنهنجي رَوش جو هنن کي ته ڪو پتو پئجي ويو آهي. ساجده جي ساهيڙين مان ڪي توکي ته سڃاڻن. هوءَ ته آخر ماءُ پيءُ جي هڪڙي آهي. گھڻا ڏينهن لائق سان جيترا وات هوندا، اوتريون ڳالهيون ٿينديون. ماڳهين ڪٿي بي عزتي نه ٿئي. سو اٿءِ وڃيو ٿي ڏينهن وٺيو اچان."

اهڙي طرح اسي ساجده جا 'ڏينهن' وٺي آئي مون لاءِ، ڏينهن ڇا آيا هوءَ پاڻ اچي وئي. ٿ رات جڏهن سنڌس پر ۾ ويهي ڪيس سنڌي پارائي هئم ته هوءَ منڊيءَ وارو هٿ منهن تي رکي سڏڪڻ لڳي هئي ۽ مان ڇرڪي پيو هوس.

"ڇا ٿيو سجو...؟" منهنجي آواز ۾ ڪيڏو لفظي خمار اوتجي آيو... "ڇا ٿيو راڻي..." پر هوءَ چپ چاپ سڏڪندي رهي. مون منڊيءَ وارو هٿ سنڌس منهن تان هٽايو... ڳالهه کي مذاق جو رخ ڏيندي پڇيم:

"ڇا منڊي نه وڻيئي...؟" هن ڪو جواب نه ڏنو. "پلا مان نه وڻيوسانءِ...؟" ڪيتري دير کان پوءِ انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيائين... ۽ مان مرڪي پيس.

”پلا منڊي پڻ وڏي ۽ مان ٻ وڏيس... پوءِ هي ڳوڙهن جون قطارون ڇو؟“

پر هوءَ ڪجهه نه ڪڇي پڇي... سندس سڏڪڻ جو ڪجهه ڪجهه مطلب سمجهه ۾ آيم ۽ ڪجهه ڪجهه نه آيم. پر اهو سوچي مطمئن ٿي ويس ته ڪيس نيٺ ٻه لفظن جمي شيشي ۾ لاهي وٺندس! بلڪل احتياط سان جو نه شيشي ۾ ئي ڪا سير ايندي ۽ نه ئي منهنجو ڪو پيرم ڪلندو...!

جڏهن ڪان هوش سنڀاليو هوم تڏهن ڪان عورت متعلق هڪ پڪڙو نظريو ٻڌندو پئي آيو هوس، ته عورت هڪ منجهيل ڪتاب آهي جنهن کي جيترو سمجهڻ جي ڪوشش ڪبي اوترو ئي منجهندو ويندو. ان نظرئي کي ’دقيانوسي‘ خيال کان وڌيڪ اهميت ڪڏهن ڪانه ڏنم. پلو ٿئي ڪنهن ساڌرن مفڪر جو جنهن اچي ان گسيل پٽيل خيال تي پاڻي ڦيريو. کهڙي نه پياري ڳالهه ڪئي هٿائين... سندس نالو وسري ويو اٿم، باقي سو نظريو ياد اٿم... چيو هٿائين ”انسان جو وجود ٻالڪ کان وٺي وڏي تائين ان جي Self-Expression جو ثبوت آهي. ٻالڪ جو ٻري ڪان ماءُ جي پيٽان ئي هاءِ گهوڙا ڪندو اچي ته اهو ٻه سندس وجود جي اظهار جو ثبوت آهي. هي قوم سان محبتون، ادب جون الفتون ۽ چنڊ سان همٿ چراندڙن، سڀ ’ذاتي اظهار‘

جا ذريعا آهن. گويا هر ڪرت جو بنيادي محرڪ اهو ئي 'Self-Expression' آهي!"

اهو نظريو لڳم دل سان. سو مان به هندائي ويئس من ۾! پانيم پهلا عورت ڪا مثال ته نه لڳي آ نه. سو هر عورت جي پنهنجي پنهنجي 'Self-Expression' جي نمونن مون کي هڻي مشتاق بڻائي وڌو هو... چڱو خاصو تجربيڪار هوس ان ڏس ۾. سو پانيم ساجده بيگم به منهنجي نظر مان نڪتل ڪنهن نه ڪنهن نموني سان ضرور ملندڙ هوندي ۽ ڪيس پروڙڻ جو ڪم، منهنجي ڏائي هٿ جو ڪيل! پر 'سجو' اچي منهنجي ان نظرئي تي پاڻي ڦيري ڇڏيو.

'سجو' الائي ڪهڙي ڪمپنيءَ جي ڪهڙي برانڊ مان جڙيل هئي. جو ڪيس مان سمجهي نه سگهيس. سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هوسانس ته مٿو ڦرڻ لڳندو هوم. شروع شروع ۾ پانيم به - تي دم هڻندوسانس ته ڀاڄهي ئي پير تي لهي ايندي، پر انئين نه ٿيو.

ڪَش هڻڻ سان عجيب طرح گهُٽ جو احساس ٿيندو هوم. جيترو شديد ڪَش هڻندو هوس اوترو وڌيڪ گهُٽ جو احساس ٿيندو هوم... الائي ڪهڙو انوکو تماڪ ڀريل هو هن ۾!

سندس ان ورتاءَ مون کي هڻي لوڏي وڌو بنياد کان. پانيم ڪنهن ڏينهن موقعو ماي ته ڪيس لفظن

۾ هٿي وچڙائي وڃان. اصل مُنهن پر ڪيرائي ڪيائنس پٽ!

مٿس اهو دقيانوسي نظريو به آزمائي ڏٺو هئم... سوچيم واقعي جي ڪٿي هيءُ ڪو منجهيل ڪتاب هجي به سهي، پر مون کان ڳجهو ڪونه رهندي... ڏکي لڳندي ڪنهن عام ذهانت جي ماڻهوءَ کي... جنهن جي IQ هوندي نارمل. مون کي پنهنجي ذهانت تي هميشه مان رهيو آهي... سو پائيم جي سچ پچ ڪو منجهيل مسئلو هوندي به ڪٿي، ته منهنجي اڳيان ڪجهه نه هلندي...

پر جڏهن به ان مشڪل ڪتاب کي اٿلائڻ پٿلائڻ جي ڪوشش ڪيم، هميشه هڪ باب ئي سامهون آيو... اهو ئي عشق متعلق، پر ماءُ پيءُ سان.

چوندي هئي ”جڏهن بابي جن جي گهر هوندي هئس تڏهن انهن تي مرندي هئس... رات جو روزانو سمهڻ کان پهرين انهن جي ڊگهي زندگيءَ جون دعائون گهري سمهندي هئس... ۽ رات جي ڪنهن پهر اک کلندي هئم ته الله کي چئي سمهندي هئس ته منهنجي زندگي جا باقي، ڏينهن سندن ليکي ۾ لکي ڇڏ!“

آءٌ کلي چوندو هوسانس ”پر اهو ڏيو تنهنجو پيار تنهنجي اميءَ ۽ بابي لاءِ... ڪنهن ٻئي جو به خيال اٿيئي ڪين نه...؟“

اهو ٻڌي لڄي ٿي چپ ٿي ويندي هئي... پڇندو هوسانس "ڀلا هتي اچي ٻه ماڻهين ٻُڌهن کي دعائون ڪندي آهين؟ ڏس ڀائي جنهن جو ڪائجي تنهن جو ڳائجي..." چوڻ لڳي: "اسيءَ ۽ بابي جي اڳيئون ٻه ڪڏهن ڳايو ٿورُوئي هئم... اهو ته توهان پڇيو سو..."

سندس هر باب جي، ان سا ڳئي موضوع سان مون کي ڪا خاص دلچسپي ڪانه هئي... سوچيم وچڙي ته اچان ٻه نه. خير، هڪ ڏينهن ڪيس موقعو وٺي چيم "سچو تون چپ چپ چو ٿي رهين. ڳالهيون چو نه ٿي ڪرين! ڇا مان تنهنجو ڪجهه نه لڳان؟" مون سندس رئي جي پلاند کي پنهنجي آڱر ۾ اٽڪائيندي پڇيو...

چيئين "ڳالهائيندي تہ آهيانِ..."

"پوءِ اڄ تائين نه مون کان ڪجهه گهريئي، نه مون کي ئي ڪجهه ڏنئي..."

"مون وٽ آهي ئي ڇا... جو توهان کي ڪجهه ڏيان..."

"پر گهري ته سگهين ٿي نه..."

ڳالهه ڦيريندي چيئين "توهان جو اڄ فون آيو هو." "مون تو کان ڪجهه پڇيو هو سچو" مون ڪيس لفظن ۾ اوتڻ جو اڄ پڪو پهه ڪيو هو.

پر پاڻ اها ساڳي ڳالهه ڪيئين "توهان جي ڪنهن فرينڊ جو فون آيو هو. ويچاري پڇي پئي توهان جو..."

ماڻ ڏورو چونڪجي ويس. ڪيس وڃائڻ جو مون سوچيو هو پر منهن پر ڪرڻ ماڻ ڏي لڳس.

پاڻ سنڀالي پڇيوماڻس "ڪنهن ڪم سانگي ڪا ڪليگ هوندي. نالو نہ پڇيئيس؟"

چيئين "نہ".

پڇيم "ڇو؟"

"ڇا فائدو..."

چيوماڻس "هر ڪم فائدي ڪاڻ تہ نہ ڪبو آهي نہ. ڪڏهن ڪڏهن ائين ئي ڪو ڪم بنا فائدي جي بہ فائدو ڏيئي ويندو آهي..."

چوڻ لڳي "اها تہ توهان پنهنجن تجربن جي ڳالهہ ڪيو".

"توکي منهنجن تجربن جي ڪهڙي ڪل ڇري!" وراڻيئين... "مون ڪان منهنجو نالو پئي پڇي، پيو چوي پئي تہ ماڻ توهان جي ڪير لڳان..."

"پوءِ تو ڇا چيس؟"

نندڙو جواب ڏنئين "اهو توهان پنهنجي دوست کان پڇجو." سندس جواب ٻڌي ماڻ هيڪر وري ڏورو ڏڪو ڪاڏو.

اسان جي شاديءَ کي ٽي، چار مهينا ٿيا هئا. پر ان وچ ۾ 'سچو' جو وجود منهنجي آڏو بظاهر 'نہ هئڻ' جي برابر هو.

جي چاهيان ها ته پنهنجي سگريٽن جي عادت کي روا به رکي سگهان ها... پر هاڻي الائي ڇو مون کي هلڪن ڦلڪن سگريٽن جي ڪشش گهڻي دير سوڌي نه سگهندي هئي. ٻن ڪشن سان هڪ سگريٽ جو جهٽ ختم ٿي وڃڻ منهنجي اتساهه کي گهڻي دير برقرار نه رکي سگهندو هو، ۽ مان جلد بيزار ٿي گهر پڇڻ جا سانباها ڪندو هوس!

هڪ ڏينهن سويرئي بيچينيءَ وچان گهر موٽيس، جو ان ڏينهن 'سجو' وئي هئي پيڪين. اچي پنهنجي ڪمري مان اها بئگ ڪنيم جا بئگ، بئگ گهٽ 'ايشٽري' گهڻي لڳندي هئي. گذريل زماني جا سڙيئي مروٽيل اڌ پريا ڪي ڪل پريا سگريٽن جا ٽوٽا ڪٺا هئا ان ۾. ڪيئي خط، ڪيئي تحفا، ننڍڙا انديشا ۽ انومان ڏوراپا ۽ شڪايتون! سڙيئي بند هئا ان Ashetray ۾. پانيم اڄ سوقعو وٺي باهه جون اهي سڙيئي ڌڪيل چنگاريون لوڙهي ڇڏيان پاڻيءَ ۾. ڪٿي ڌڪيل مواد اندرئي اندر تپي ڪو زلزلو نه آڻي، منهنجي دنيا ۾. اچي بئگ کولي چيزون هيٺ مٿي ڪري ڏٺم، پر پانيم ته هنن جي ساٿ کي ڪنهن موڊ ۾ اچي موڙيو آهي... ڪنهن شرارت وچان هٿوراڙين سان هن سڄل ساسان کي ڇيڙيو آهي... "اهو ڪير ٿي سگهي ٿو سواءِ 'سجو' جي...؟" سوچيم. پهرين ٿورو ڏڏيس به. پر پوءِ غصو آيم. ڇڙ اچي ويم...

'سجو!' جنهن نه ذهني طور سون ڪان ڪا آسيس ورتي ۽ نه سون ڪي ئي اهو ساهس ڏيئي سگهي... تنهن ڪي ڪهڙو حق هو سنهنجي غير حاضريءَ ۾ منهنجي بلڪل ذاتي چيزن سان هٿ چراند جو؟

ان ريت منهنجي شين ڪي هيٺ مٿي ڪرڻ جو ڪنهن حق ڏنس...؟

رڪي رڪي ڪروڌ ۾ ٿي آيس. چڙ وچان اٿي روم جي هڪ سري ڪان ٻئي سري تائين اچ وڃ ڪرڻ لڳس... ٻاهر وڃي اميءَ ڪان پڇيم "ساجده ڪڏهن اچڻ جو چئي وئي آهي امي؟"

اميءَ جواب ڏنو "شام ڌاري اچي ويندي..."

اها شام منهن تار ڪري ٻاهر هليو ويس... هڪ هوٽل ۾ اڪيلي سير ويهي سگريٽ جي دونهي جا ڇلا ٺاهڻ لڳس... ڇلا! جي منهنجي آڏو ماضيءَ جون تصويرون بنجڻ لڳا... لفظ بنجي سون آڏو رقص ڪرڻ لڳا.

الائي ڪا سلڇٽي ڇٽيل ڇاٽيل Filtered سگريٽ هئي تنهن ڪي ڪو قيمتي تحفو ڏنو هئم، ڏاڍي لفظي جادوگريءَ جي ڀاڃوه سان... تحفو قبول ته پيو. پر جڏهن لفظن جو سحر ٽٽو تڏهن تحفو واپس نڪاءِ ٿي لڳيم منهن ۾. واپس ڪرڻ واريءَ تحفي سان گڏ ڪجھ

لفظ لکي ايمان ڪيو هوم، جو مون پاڻ کان به لڪائي ان باڪس ۾ بند ڪري ڇڏيو هو. لکيو هئيمن ”تنهنجي امانت توکي واپس ٿي ڪيان. جو سچي مسلمان هئڻ جي حيثيت ۾ منهنجو به اهو ايمان آهي ته اسين جتان آيا آهيون اتي ئي سوٽي واپس ويندا سين... اهي تحفا ته دنياوي بوجهه آهن روح تي... ختم ٿيڻ کان پهرين اهي بار لاهڻ ضروري ٿي سمجهان. ڪڏهن ڪڏهن مري ويل به هميشه لاءِ زنده بڻجي ويندا آهن. ۽ ڪڏهن زنده هوندي به ماڻهو مئلن مثل پيا هوندا آهن. هن جملي جي پهرين حصي جو هيل تائيل مون سان ڪو تعلق ناهي رهيو. مرڻ کان پوءِ به چاڏان ٿي ته اها ارپنا نصيب ڪانه ٿيندم...“

دونهن جي مرغولن ۾ تصوير ٺهڻ لڳي... تصور ٽٽي ٽٽي لفظ ٿي جڙڻ لڳا... لفظ! جن جو آءٌ سدا کان فنڪار هوس... منهنجا لفظ ڪنهن منهنجي ئي منهن تي ماريا هئا... ڪن وچڻ لڳم ڪنهن چٽي قينچيءَ جيان هڪ 'Scissor' چيو هوم...

”تو ته واڪا ڪري يقين ٿي ڏياريم ته مان مصر جو ٢٠٠ سالہ نادر پيرامڊ آهيان جنهن جي مصوريءَ تي سندس خالق کي اتي جي بادشاه جو سڀ کان اوچو انعام مليو هو... تو ته چيو هو ته منهنجي وسعتن جو ڪو ڇيهه ئي ڪونهي... مون ۾ حسن جي

هر اها شيءِ سمايل آهي جا زندگيءَ جي هر پهلوءَ جي ضرورت آهي. تو جيو هو ته تون زنده و جاويد Pyramid آهين... مان پيرامڊ هئس يا نه! پر تون گندگيءَ جو ڍير ضرور آهين... ڏيکارڻ لاءِ جو تو پاڻ ۾ ڪنول جا گل سجايا آهن ته انهن جو سحر گهٽي ڍير هلي نه سگهندءِ... تو ۾ خطرناڪ کان خطرناڪ زهريلا جانور ريگن ٿا ڏنگڻ لاءِ، تون ڪوبرا 'Cobra' کان به ڪريل آهين جو هن جو وجود گهٽ ۾ گهٽ احتياط جي نه علامت آهي... تون اندر جو رستم آهين ڪريل ڪتا مون کي پنهنجي پرواهه ناهي. پر مان تنهنجون حقيقتون به لڪڻ نه ڏيندس!"

لفظن جي ڏنگن واپس آٽي سمجهه جي گود ۾ ڦٽو ڪيم. ۽ آءٌ سوچڻ لڳس ته اهي سڀ چيزون ساجده جي ور چڙهي چڪيون آهن... ۽ مان... سڀ سوڌو جهلجي چڪو آهيان.

پر ساجده! ڏاهي ڏيڻ! ڪڏهن مڪ مان بکرڻ به نه ڏنو ته ڪو چوري ڇپي پاڻ انهن واسڻگن کان واقف ٿي چڪي آهي.

واقعي هوشيار آ... ۽ مون وانگر ذهين به!! شايد هوءَ به مون وانگر موقعي ۽ محل جي مناسبت سان دلالت استعمال ڪرڻ جو ڏانءُ ڄاڻي ٿي... پر... پر...

ڪٿي هوءَ به انهن چالن جي عادي ته ناهي جيڪي
آءٌ هلي چڪو آهيان.

ڪٿي هوءَ به انهن گسن کان واقف ته ناهي جيڪي
آءٌ لتاڙي چڪو آهيان...

انومان ۽ انديشن، غمي ۽ ڪاوڙ وچان سگريٽ
کي پير هيٺان اٿي گهر ڏانهن روانو ٿيس... رات جا
۹ وڄي رهيا هئا. اسي شايد پنهنجي روم ۾ هئي ۽
ساجده ڪاڏي جا ٿانو سميٽي باورچي خاني ۾ رکي اچي
سنهنجي پير ۾ ويٺي.

سون آواز کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي
پر شايد ڪامياب نه ٿيس.

”مائٽن کان موٽي آئينءَ؟“

”ها... توهان کي اسيءَ ياد ٿي ڪيو“. هن
سادگيءَ سان جواب ڏنو.

”ساجده هڪ ڳالهه پڇانءِ...“

هوءَ چپ چاپ سون ڏانهن ڏسڻ لڳي...

”هر رشتي جون پنهنجون حدون ٿينديون آهن ڀلاءِ“.

”ڇا مطلب؟“

”انهن حدن کي اورانگهڻ جو مطلب سمجهين ٿي؟“

”سان... سان نه سمجهيو“. هوءَ سچ پچ منجهڻ لڳي.

پر سنهنجي اندر جي باھ آڀرڻ لڳي... سندس
ٻي سدجهائيءَ واري نوع ۽ لهجي ويتر هٺي مچرائي وڌو...

ڇوھ سان چيوسانس "تون چالاڪ آهين... ۽
مڪار آهين، مون کي تنهنجي وجود جي 'گهٽ' کان
اونهئين ڏاڍو پڇ ٿيندو هو... پر اڄ خبر پيم ته تون...
۽ ... تنهنجي ذهانت مون کي جيتي نه سگهندي ذليل
عورت!" هوءَ پاڻ لاءِ ايڏا سارا لفظ ٻڌي سڏڪڻ
لڳي... پلنگ تان اٿي وڃي صوفي تي ويٺي.

منهنجي لهجي جو زهر اڃان ختم نه ٿيو. تيرڪش
جو مناسب تير ته هاڻي ڪڍيو هوم.

"تهذيب، اخلاق ۽ اهنسا به ڪا شيءِ ٿيندي
آهي ساجده بيگم". اتان سڏڪندي جواب ڏنئين "مون
ڇا ڪيو آخر...؟" "ان ريت ڪنهن جي غير حاضريءَ
۾ پرايون شيون ڦلورڻ ڪٿي جي شرافت آهي؟"

"مون کي ڪهڙي خبر ته ڪو ان ٻئگ ۾ توهان
جي تهذيب، اخلاق ۽ اهنسا بند آهي... مون ته..."
هن هنجون هاريندي شايد مون تي چوٽ ڪئي...

سان پنهنجي آپي جو اهنڪار ان ريت برداشت نه
ڪري سگهيس. باھ تي چيومانس "بس ڪر بي ايمان!...
اهڙين چالاڪين سان مون وٽ گذر نه ٿيندءِ... ڪوبه
مرد هڪ ذهين ۽ هوشيار عورت کي دوست بڻائي ته

فخر ڪري سگهي ٿو... پر زال ٻڌائي ڪڏهن به چين نه پائيندو".

"پر... مان ڪهڙي هوشياري ڪئي توهان سان... مان ته... مان ته..." آواز جي زير و زبر ۾ هن جا لفظ ٽٽي پيا!

"عورت هميشه سادي فطرت جي ڀلي لڳندي آهي... ٻئي مرد کي جيتڻ لاءِ ذهانت جو هجڻ ضروري ناهي... خصوصاً ذهين مرد کي..."

وڏيڪ ڪجهه ڳالهائڻ چاهيم پر ٻاسي مان اوچتو سور اٿڙي سٽ ڏني جو ٻاسو وٺي ويهي رهيس الائي ڪهڙو نئون درد جاڳيو ٻاسي ۾... من جي پيڙا ڪان بستري تي پئجي لڇڻ لڳس.

هن جي سڏڪن ويتر هٿي بي ايمان ٻڌائي وڌم...

"تون جپ نه ڪندينءَ... ساجده! منهنجي ٻاسن ۾ وَڍِ ٿا پون!"

تڪليف جو ٻڌي هوءَ سڏڪڻ کي گهٽڻ لڳي. مون ڏانهن ڏسي منهنجي منهن مان پيڙا جو اندازو هڻي اچي اڳيان ويٺم... پڇيئين "توهان جي اميءَ ڪيئي وٺي اچان...؟"

"نه ناهي ضرور".

"ڀلا... ٻاٽيءَ جي بوتل گرم ڪري اچان...؟"

”نہ، مون کي اڪيلو ڇڏ! منھنجو ساھ تو وٽ ئي سور ڪان!“

پر ھوءَ پاڻيءَ جي بوتل گرم ڪري اچي منھنجي پاسي ڪان ويٺي. ھوريان ھوريان ... منھنجي آزار کي آٿت اچڻ لڳي. پيڙا تي چنڊو پوڻ لڳم... ۽ الائي ڪيڏي مھل ننڊ پئجي رھيس!

صبح ساجھر ھيڪر وري سور جي سيانٽي آيري. ننڊ مان ڇرڪي اٿي، پاسي کي ھٿ ڏيئي ويھي رھيس. پاسي کي ھٿ سان جھلي ساجيءَ کي اٿاريم. پر ھي ڇا! ”سجو“ نہ ھنڌ تي ھئي ڪانہ! ھڪ مروٽيل ڪاغذ سندس ويھاڻي ھيٺان پيو ھو.

ھڪ ھٿ پاسي کي ڏيئي ٻئي سان ڪاغذ کوليم. لکيو ھئائين ”ڇئو تہ ماٺ ذھين آھيان. ۽ منھنجو توھان وٽ گذر نہ ٿيندو... تي سگھي ٿو توھان صحيح ھجو. اھي ڏاھپ جا ڏنگ ڪٽي آءٌ ھلي ٿي وڃان... ماٺ اميءَ وارن جي گھر ھرگز ڪانہ وينديس... ويل وٽ آھيان نہ... وري واپس نہ اينديس... زندگيءَ جا پيچ وخم ڪافي وسيع آھن... ڪنھن نہ ڪنھن پيچ ۾ گم ٿي وينديس. مون کي ڳولڻ جي ڪوشش نہ ڪجو!“

خط پڙھي پاسي جو سور ڇڏائي ويم. دل جھلي ويھي رھيس...

ڪجھ گھڙين ڪان پوءِ سامت ۾ آچي پنھنجي پوري قوت سان رڙ ڪيم ”سا ... جي! ھڪ دفعو موٽي آ ... 'سجو' ... موٽي آ ...“ پر ھي ڇا! سڄو وات ته رت ٿي ويو! اسي ڏوڙي آئي ... رت ڏسي روئڻ لڳي۔

چيءَ ”الائي ڪھڙي سگريٽ جو دونھون پيٽ ٻڄي منھنجي پٽ جا پاسا جلائي ويو! ... الائي ڪھڙي سگريٽ جو دونھون! ! ...

# قربتون ۽ فاصلا

”ڪڏهن ڪڏهن قربتون فاصلا وڌائي ٻه چڙنديون آهن. تارن جو حسن ته انهن کي پري کان ئي ڏسڻ ۾ هوندو آهي...“ هن ڇيو هو ۽ سان سمجهي ڏي نه سگهيو هوس.

ڪيس پهريون ڀيرو پنهنجي سڱت فرزانه جي شاديءَ ۾ ڏٺو هوم. هوءَ معمولي شڪل ۽ صورت جي ڇوڪري هئي. سنجهس ڪاٻه ڳالهه اهڙي نه هئي جا ڪنهن اوپري ماڻهوءَ کي متس ڪجهه سوچڻ تي مجبور ڪري پر الائي ڇو سندس لباس ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ ڪيس منهنجي ڌيان تي آڻي ڌريو هو.

شاديءَ جهڙن هنگامي موقعن کان آءٌ هونئين ڏاڍو الرجڪ هوس... اهڙن موقعن تي هوندوئي ڇا هي؟ هرو ڀرو جو چرڪائيندڙ روشنيون ۽ آواز، مصنوعي چهرا ۽ لباس، اجايا رسمي ٽهڪ ۽ جملا! شخصيت ۽ سماج جا اهي ٻنا ٻنا روپ، اندر ڪجهه ٻاهر ڪجهه!

پر هن شاديءَ ۾ مون کي ضرور شريڪ ٿيڻو هو، جو فرزانه سان واعدو ڪيل هوم، ڇيو هئين ”سڀني مائٽي

۽ آخر ڪا شئي ٿيندي آ. رشتن ناتن کي ڪڏهن ڪڏهن نڀائڻ لاءِ اگر ڪي ٻه-چار ڪلاڪ قربان ۽ ڪرڻا پون ته ان ۾ ڪهڙو حرج آ. ۽ نتيجي طور چئن ئي طرفن کان گوڙ گهمسان جي هِن ميلي ۾ جتي ٻانت ٻانت جا ڪيئي ماڻهو حقيقت جي ڪوڪلائپ کان خائف ٿي وڏن وڏن ٽهڪن ۾ پناهه وٺي رهيا هئا، ۽ مان گهيريل، پاڻ کي سڀنی کان چنل ۽ ڌار محسوس ڪري رهيو هوس. ۽ جڏهن پاڻ تي ۽ ٻين تي جڪ ڪائي رهيو هوس تڏهن اوچتو مون هن کي ڏٺو هو. هوءَ مون کي ٻين کان تمام مختلف ۽ ڏاڍي اوپري لڳي هئي انتهائي معمولي ۽ سادي، بيحد قديم ۽ اجنبي!

ڪانئس وڌي پڇيم ”توهين ڪٿان کان آيون آهيو؟“

’توهين‘ ۽ پنهنجي عادت کان مجبور ٿي چيو هوم، ورنه هوءَ ته ’تون‘ ڪري ڳالهائڻ جي ۽ لائق نه هئي.

وراڻيئن ”مئن جي دڙي کان.“ منهنجو ڌيان هيڪر وري سندس سراپي تي ويو... خاموش معمولي اکيون... سانورو رنگ، سوسيءَ جي سلوار، ڪچ ڀريل گج تي چولو ۽ لاک رتي اجرڪ!

شاديءَ جو هٿيو مٿيو ٽريو ته ڏٺم سندس هٿ ۾ هڪو رسالو هو.

”پڙهيل آهين؟“ پڇيومانس.

”نه“ وراڻيائين.

”پوءِ هي رسالو ڇو کنيو اٿئي؟“

"واءِ ڪرڻ لاءِ."

شاديءَ جي هُئي ڏينهن تي هوءَ ڏاڍي بي تڪلفيءَ سان گهر ۾ گهمي رهي هئي. فرزانه کان آهستگيءَ سان پڇيم.

"اها پراڻي شئي ڪير آ؟"

چيئين، "پري کان پنهنجي سائٽياڻي ليکي مان آ ۽ منهنجي سٺي دوست به آ"

"۽ خير سان بيڪار به آ." مون ڪلي آهستگي سان وراڻيو هو.

تنهن ڏينهن شام جو ڪنوار کي گهوٽ سوڏو هل پارڪ وٺي وڃڻو پيو هوم. گاڏيءَ جي آرسيءَ پويان نهار ڪيم ته ڏٺم ڪنوار جي پاسي کان هوءَ به ٽنبي ويٺي هئي. ان شام ڪيس ڏاڍي سوير رنگ جي ساڙهي پاتل هئي، جنهن ۾ هوءَ ڪجهه ڪجهه سمارٽ ٿي لڳي. ڪيس ڏسي مون کي سندس وجود ڪجهه ڪجهه گوارا لڳو هو، جو ڄاڻيو هوم ته هن 'نئين جوڙي' سان اَءِ کهڙو Enjoy ڪريان ها. هيءَ 'پراڻي شئي' پنهنجي وقتي ونڊر لاءِ مڙيئي چڱي ثابت ٿيندي محسوس ڪئي هئم.

هل پارڪ جون هوائون ڪائيندي ۽ ڪافي پيئندي مون هن کي ڪيترا دفعا ڳالهين ڪاڻ ڇيڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن ڇلڪڻ جو نالو ئي نه ورتو هو. ته ڏهن مون دل ۾ سوچيو ته مون کي منجهانئس اهڙي اميد ئي نه رکڻ گهربي هئي. آڪن کان انب گهرڻ

وارا بيوقوف هوندا آهن، ۽ مون به تڏهن ٻاڻ کي بيوقوف ڀانيو هو!

پوءِ الائي ڪهڙي ريت ڪو دلچسپ موضوع ڇڙيو هو. بحث ڇڙيو ته هوءَ به ڳالهي پيئي هئي، ائين جيئن سنڌوءَ جي پوتر پاڻي جا بند ڀڳا هجن. هن جي گفتار ۽ خيالي پرواز پسي مان دنگ رهجي ويو هوس. حيرت ڪاڏي هئم ان 'پراڻي شئي' تي، جنهن ۾ ايڏو علم ۽ عرفان، ادب ۽ تهذيب جو آڪٽ درياءَ سوجهل هو. ان گهڙيءَ هن آڏو مون پاڻ کي حقير ڪک جيان ڀانيو هو، جو سنڌس وهڪري جي آڏو لڙهندو ٿي ويو. پر تڏهن به لڙهندي لڙهندي مون سنڌس لاءِ عقيدت وچان سوچيو هو، هيءَ قديم شيءِ پنج هزار سال اڳ به تازي هئي ۽ سدا به تازي رهندي، وقت جي هر وک هن جي قدامت کي نواڻ ۽ تازگي بخشيندي ۽ هن جي جوڀن کي جيارينڌي. هيءَ شيءِ امر هئي ۽ آمر رهندي. ماڪي جيئن پوءِ تيئن مٺي!

تڏهن ڀانيو هوم ته هن جي مقابلي ۾ منهنجي زندگي ته ڇڙ ٽوٽ ۽ بنجر ڌرتيءَ جو حصو هئي، جنهن تي اُن پوتر پاڻيءَ جي پالوٽ ئي نه ٿي هئي، جنهن ڪان سنڌس ريج رسي ويو هو، جنهن ۾ هيل تائين ڪو ساوڪ جو سلو سرجيوئي ڪونه هو. سوچيم منهنجي حصي جا سلا وڃي انهن گسن تي اُپريا جت جت ان پوتر پاڻيءَ جا سهڪار هئا: پلا ريج بنا ڌرتي ۽ جوت بنا جيئڻ به ڪو جيئڻ هو!

اها سڄي رات آءٌ پنهنجي زندگيءَ تي سوچيندو رهيس هوءَ قديم شئي رکي رکي مون کي پنهنجي وجود جو احساس ڏياريندي رهندي هئي... انهي رات مون ڪيئي خواب ڏٺا هئا. (هر خواب ۾ مون سنڌوءَ جي سهڪار ۾ ساوڪ جا سيلا سرجندي محسوس ڪيل هئا ساڻي اميدن جا ساوا سيلا جن کي ڌرتيءَ ۾ جڙون ته هيون پر جن کان هيل تائين ريج رنل رهيو هو.) هر خواب ۾ مون چيٽ جي چانڊوڪيءَ ۾ اميدن جا مور نچندي محسوس ڪيا هئا ان رات!

صبح سوير نئين جوت سان جيئڻ جو عزم ڪري هُن جي گس وڃي بيٺو هوس- خبر پيم ته هوءَ پنهنجي شهر وڃي چڪي هئي. سندس وڃڻ جو ٻڌي هٿن مان ڪجهه ڇڏائيندي محسوس ڪيو هوم ۽ خالي هٿ سٽي کي ڏيئي آفيس هليو ويو هوس...

فرزانه کان پڇا ڪيم. آواز سان ڄاتيم ته پاڻ ئي آهي تکڙ سان پڇيم، "ڪٿان ٿي ڳالهائين؟"

"مٺن جي دڙي مان."

پڇيم، "ڪيئن آهين؟"

وراڻين، "في الحال مٽيءَ ۾ سڀوت آهيان." ايترو چئي هن فون رکي ڇڏي هئي.

ٻئي دفعي فون ڪيم ته هن فون ڪرڻ جو سبب پڇيو هو. چيم، "گهر ٺاهڻ لاءِ صلاح وٺڻ گهران ٿو، تنهنجي راءِ گهرجي."

جواب ڏنئين، ”هر گهر ٺاهيو، جڳهه ڳالهه آهي.
ڌرتيءَ جي هر رهواسيءَ کي بنيادي حياتي جو پورو
حق حاصل آهي.“

مذاق ۾ ان چيم، ”ته پوءِ ’جيئو ۽ جيئڻ ڏيو‘ واري
اصول جي پيروي چاهيان ٿو... گهر ٺاهي ڏيندئين.“

”نه مون کان ائين نه پڇندو.“

پڇيم، ”ڇو؟“

چيئين، ”ننڍي لا ٻين ٻارڙن سان جي ريتيءَ جا گهر
به ٺاهيندي هئس ته سڀ کان پهرين منهنجا ڇهرندا هئا...
سو هاڻي پنهنجو سود ٺاهي.“

”پر منهنجو گهر ته ٺاهي ڏي؟“

چيئين ”اهي حالتن جي هٿان جهريل آهيان... مون
کان ڪي به ڪين جڙندو...“

ڪجهه عرصي کان پوءِ پڌو هئم ته هن جي مڱڻي
ٿي ويئي. صدمي هٽي نهوڙي رکيم.

هيڪر وري فون تي ڪيس جنجهوڙڻ جي ڪوشش
ڪيم.

چيم، ”مڱڻيءَ جون مبارڪون هجنئي.“ پر هن کو
جواب ئي نه ڏنو. ڇوهه مان چيم ”منهنجي زندگيءَ جا
ته ليڪا لاهي ڇڏيئه... پر هت فون تي منٽ منٽ جو
ليو ڦيندو آ. سمجهئين تڏهن به ڪو جواب نه مليو.
وري پڇيم، ”ڇو مبارڪن جو جواب نه ڏنءِ؟“

وراڻئين، ”اسان جي تهذيب ۾ ڇوڪريون مبارڪون
’وٺنديون‘ ئي ناهن.“

”تڏهن؟“

”ڏيڻ ۾ مزو آ... سو وٺڻ ۾ کهڙو!“

”تڏهن ته پاڻيان تو خوش آهين؟“

”ها، آهيان ته!“

هيڪر وري ٻاهر لڳم. ٻچان ڪائيندي پڇيو سائين:

”اهو تو وارو مڱيندو پڪ ڪو وڏو آفيسر هوندو؟“

جواب ڏنئين، ”ڏس، ڀريون لفظ واپس وٺ، باقي آفيسر ناهي.“

”تڏهن پڪ ڪو عالم فاضل هوندو اهو تيس مارخان؟“

چيئين، ”پويون لفظ واپس وٺ، باقي عالم فاضل ناهي.“

”تڏهن پوءِ قبوليئه چالاءِ؟“

”منهنجن پنهنجن سان آهي.“

ڏک وچان چيم، ”تون پڙهيل ڪڙهيل ٿي ڪري اهي رواج نه پيچي سگهين ٿو؟“

”...پيچڻ جون ٻين کي صلاحون ڏيندي آهيان، باقي پاڻ پيچڻ جي همت ڪانه هيم.“

۽ پوءِ ٻڌم ته ان ’پراڻي شئي‘ تي ڏاڍي اهتمام سان قديم ريتن جي هڪ ديوار ڪري پئي هئي ۽ هوءِ ان ۾ ڏنجي ويئي هئي تڏهن هيڪر وري مونکي ساڻن اميدن جا ساوا سلا سڪندي محسوس ٿيا هئا. ۽ هيڪر وري مون سنڌوءَ جي سهڪار لاءِ واجهايو هو!

خيرالنساء جعفري

# ١٩٦٧ع، ١٩٦٨ع ۽ ١٩٦٩ع

پنئور ... پنئور

ڪيڏو ڪريھہ ۽ ڪرڀ ڏيندڙ نالو رکيو ھئن
منھنجو! اڄ بہ ڪڏھن ويرانن کي واسيندي پنئور ڏسيو
پنيلجيو پوان. پاڻيءَ جو گلاس ڀري جھٽ اچيو چندا
ڏيانس. پر ڏک اھو تہ... پاڻيءَ جو قطرو بہ سڻس پيٽجي
نہ سگھندو آھي. ھو ھڪ رخ تان پاڻي ڏسي مخالف
رخن ڏانھن پنڪيو وڃي. (ياد اٿئي تون چوندو ھئين
ھي بہ توجيان ھوڙھ آھي).

ھڪ لڳان الائي ڪنھن ڪان پڌو ھئم تہ پنئور
۾ تنؤنس ڪان مثل ماڻھوءَ جو روح آھي، ھن جي پون
پون ۾ پنڪيل پاونائن جي گونجار آھي؛ ان ڪري ھن
کي پاڻيءَ جو چندو ڏبو آ، جو ھن جي آتما ٺڏي ٿي
پنھنجي ماڳ ڏي موٽي.

اھو پڌي سون کي الائي ڪيڏن وھمن ورايو ھو
۽ الائي ڪيترا پيرا چيو ھو ماڻءَ "سون کي پنئور
نہ ڪوئيندو ڪر ڪامريڊ. منھنجو چڱو چوکو نالو
پنيور حيدر زمان آھي." منھنجي ڇھري تي پوُ جا پاو

ڏسي چيڙائڻ لاءِ چوندو هئين "... پر اهو نالو به ته اسانجي تاريخ جي اڻ مٽ الميه جو يادگار آ... پنهنجو ور کي باهه لڳي هئي، سسئي سورن جو کشٽ ڪاٽيو هو...... نتيجي ۾ ڪيس ڪجهه نه مليو، سواءِ تاريخ ۾ نالي جي. ۽ تو کي ته اهو به نه ملندو يار (منهنجو ايڏو مردانه انداز تخاطب ان بيباڪيءَ سان مون کي ۽ سڄي کي ڪيڏو وڻندو هو). جو تون آهين معمولي درجي جو هڪ عام ماڻهون ۽ مرندئين به بنهه بوگس انداز ۾ - پوءِ پل تون سسئيءَ جيان سور سهين، پنهنجو جيان باهه جهلين." هلڪي شرارتي نوع وچان تنهنجي چپن جون ڪنڊون ۽ اکيون مرڪڻ لڳنديون هيون. آئون وچان ڳالهه ڪپيندي هئس. "الا ايڏي بدخواهي علي- کشٽ به ڪٽجي ۽ نالو به نه ملي. جڏهن ته اعزازي ئي سهي پر نالو ملندو ضرور آهي..."

"ملندو ضرور آهي... پر تو کي نه ملندو. اسپيشل ڪيس هئڻ جي حالت ۾، ان شخص وانگر جنهن خودڪشي صرف ان ڪري ڪئي ته سندس نالو ڪنهن به صورت ۾ بهرحال اخبار ۾ اچي... ويچاري جو ذڪر واقعي آيو ته سهي اخبار ۾، پر ڪجهه ان ريت ته 'گمنام شخص جو لاش لڌو ويو ۽ چهري جي سڃاڻپ ٿي نه سگهي'..."

"نه سائين نالو ملندو ضرور، انهن کي به جيڪي هڪ دفعو مڪتي پائي ٿا نيڪال ٿي وڃن ۽ انهن کي جيڪي مسلسل ڪيفيت جو هميشه بنواس پيو ڀوڳيندا رهن...... گوتم نه سهي، در در ڀٽڪڻ وارو ڀڪشوئي سهي."

”پر بس تہ پنھنجو پروگرام پکشوءِ کان وڌيک نہ بنائجانءِ.“

”ڇو... پنھنجو پروگرام ڪيئن اٿئي پلا؟“

ورائيءِ ”فس ڪلاس. ڪينسر جو سوت ۽...“

”الله نہ ڪري...“ آئون تنھنجي ڳالھہ پوري ٿيڻ ئي نہ ڏيندي ھئس.

”الله ڪري...“

”نہ... الله نہ ڪري علي“

تنھنجو ضد ”الله ڪري...“

تنھنجا گھڙيءَ گھڙيءَ ورجايل اھي جملا ۽ اھڙا الائي ڪيئي اڄ بہ ڪنھن نوزائيده جي ڪنن ۾ اذان جي آواز جيان لاشعور ۾ گٽيا پيا آھن.

* * *

جيتوڻيڪ يونيورسٽيءَ جي آخري ڏينھن ۾ سون توکي الائي ڪيڏي اعتماد سان چيو ھو ”سون توکي وساري ڇڏيو آھي.“

ڪينٽين جي ان ڪنڊ کي جتي روز ڪلاس Attend ڪرڻ کانپوءِ الائي ڪيڏيون بي ربط ڳالھيون ۽ چريا نظر چيڙيندا ھئاسين. آڪاس تي اڪريل تيڙوءَ جي ان ٽمڪي کي، جنھن جي شاھدي ڀريندي ھڪ لڳا توشميءَ آڌو چيو ھو. ”نہ ھي ڪڏھن ٽٽندو ۽ نہ اسان ٽي ڪڏھن ڇڄنداسين ان ساڳيءَ Identification کي، جنھن ڪري ٻئي ھڪ ٻئي جي ڪري سڃاتا ويندا

هناسين ··· بقول ڪنهنجي ”يونيورسٽي ڪئمپس ۾ ڪنهن ڪان ٻه پڇ ته ’علي ڪهڙو‘؟ جواب ملندو ’ پنيور-وارو‘- ’پنيور ڪهڙي؟‘ چوندا ’علي واري‘“

آئون ته اڄ به چوان ٿي ته مون توکي وساري ڇڏيو آهي. توسان ڪڏهن ان رستي کي به ڇتان پنهنجي جو گذر ٿيو به هو ڪڏهن.

پر عبادت جي ختم ٿيڻ سان معبود جو خيال ختم ٿي به سگهي ٿو؟

ڪڏهين ڪڏهين چپ چاپ هلندي هلندي- يادن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل قيديءَ جيان من ڇو ٿيڙ ڪائي هيٺ نهاريندو آهي؟ عام ماڻهوءَ جيان دل سيني جي بدران پيرن ۾ ڇو ڌڙڪندي محسوس ٿيندي آهي؟ ائين جو من وک وک تي ٿڌو ڪائي هيٺ نهاري، خاموش گذر گاهن تان يادن جي مٽيءَ ۾ پوريل ڪي پراڻا ڪليسا جا ڪنگرا ۽ مندرن جا ڪلس پيرن جي نوڪر سان منهن ڪڍي رئندا محسوس ٿيڻ لڳن ۽ دل ڪين بي حرمتيءَ جي خيال کان آزارجي ڪٽي من جي ڪنهن سپ ڪان اوچي تختي تي سانپي ڇڏڻ چاهي- اضطراب جي ڪنهن انوکيءَ ڪيفيت سان، عبادت جي ڪنهن بي نانءَ سلسلي لاءِ.

ڇو، منڪر بڻجي به ماڻهو پنهنجي ساهه ۾ ايڏا سومنات سانيپو هلي؟ ڇو؟ ۽ وري هر ياد جو پنهنجو بت. هر بت ڇڻي آئون بادشاهه.

* * *

الائي ڪيئن توکي وساري ڇڏڻ جو ڇيو هوم،
جڏهن ته ايندڙ وقت جو هر سمبل، علامت ۽ اشارو،
ويندڙ وقت جي پيرن ۾ پنجوڙ بنجي، ان کي، جيئن
هو، تيئن ئي بيهاري بيٺو آ. صدين مان هڪ ساعت
۾ جيڪڏهن پاڻ مجائي پنهنجي جاءِ والاري، ته اها
اهم آهي. هتي ته پل پل جا ليکا قلب جي ڪوڊ
بڪ ۾ درج آهن، جي ڪاغذ تي ڪري زمان و
مڪان ۾ محفوظ ٿيڻ چاهين ٿا. پوءِ انهي کي پل
ڪنهن ڪهاڻيءَ جو نالو ڏجي نه ڏجي، محض ڪا
ياد سهي، ڪو مرثيو، روداد يا ڪو انشايو ئي سهي

ياد اٿم تون چوندو هئين، ”ڪهاڻيون اڪثر جنس،
مان جنم وٺنديون آهن. تڏهن، جڏهن ٻن جسمن مان
هڪ مرد جو ماسڪ پائي ۽ ٻيو عورت جو. سڌي يا
اڻ سڌي طرح ٻه مطلوب ان ٻه واٽن تي ملندا ئي پاڻ
۾ ڪهاڻين جي تخليق لاءِ آهن.

آئون پڇندي هئس، ”۽ اسان جي دوستيءَ تي ٻه ڪا
ڪهاڻي سرجڻ لڳي ته پوءِ؟“

”ته پوءِ ان ڪهاڻيءَ جو موضوع بيحد اٽپو هوندو
يار، جو اسان جي دوستي، جسمن جو گرم گرم لباس
ته پاتل ئي نه هوندي.“

علي، تنهنجن انهن لفظن جي پٺ ڪان ڪڏهن ٻه
قلم جي ذريعي توسان مخاطب ٿيڻ جي ڪوشش ڪان

ڪئي آهم. ڪٿي واقعن جو تسلسل ڳنڍجي ڪا
ڪهاڻي نه گهڙي وڃي. جيتوڻيڪ پاڻ کي ماضيءَ
جي بار کان آجو رکڻ لاءِ قلم هڪ بهترين پناهه گاهه
آهي. هن جيءَ ٿوڪ سان ڪڏهن ڪڏهن جا واقعا
ڪٿان ڪٿان سيري سريڪا ڪري، هڪ هنڌ رکڻ سان
جڻ سالن جيءَ پيڙا کي پهو اڇيو وڃي. ڪن پل لاءِ
ٿي سهي ماٺهو ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏيئي اکيون پوري
پير پٽاري سگريٽ جي هڪ ڏکهي ڪش سان اونهون
ساهه نه کڻي سگهي ٿو.

ڪوئي چاڻي ته سهي ته ساهن جي اونهائيءَ ۾
به يادن جو ڪيڏو نه افسوسناڪ الميو لڪل آهي!

جڏهن ته مڃان ٿي ته جن حقيقتن کي ماضيءَ مان
جهپي حال ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهم، انهن ۾
جذبن جي اها رنگيني ناهي، جا تحرير کي زندگي بخشي
ٿي. زندگي! جنهن پاڻ کي تحرڪ ۾ رکڻ لاءِ هميشه
محبت ۽ اتساهه جو بارڻ چاهيو آهي— جسماني گرم
سگريءَ جو بيحد جهيڻو ۽ مٺو بارڻ، جنهن تان مختلف
نوعن جي الڳ الڳ عنوانن سان ڪهاڻيون پڇي تيار
ٿين ٿيون .

هتي ته علي به پري پري تائين سوچن ۾ سچ وڌل
آهي اتساهه جا رتوچاڻ لاشا پري پري تائين ٽنگيا پيا
آهن . ڪربلا جهڙي اهڙي ڪار زار ۾ گرم سگرين
جو نه سوال ئي ڪهڙو؟ چارهاٺين ڏڏين سگرين کان

جذبي جي گرم رنگيني ۽ اتساه جي اميد تي ڪهڙي؟
تنهنجا منهنجا واقعا جوڙي جي قلم بند ڪريان ٿو
ٿي، ته سوچيان ٿي نام ڪهڙي سان.

پانيان ٿي جن بينام لڳاون تي ڪنهن رشتي جو
ليبل چسپان ٿي نه سگهي، اهي بينام لڳاءُ دلين سان
نڪري صرف فضائن ۾ وکري وڃڻ لاءِ هوندا آهن ۽
قلم سان پڪڙي ڪاغذ تي ڪيرائڻ لاءِ هرگز نه .
پر اڄ الائي ڇو! پراڻي الماريءَ ۾ سالن کان پوريل
هي تي ڪتاب ڏسي ڪتان ڪتان جا سارونا پاڻ ئي
ترتيب وٺي سلسليوار بنجندا وڃن. شايد ڪنهن موضوع
جي تخليق لاءِ، اڄ اهي نالن کان وانجهيل ناتا، جن
کي زمان ومڪان جي امان نه ملي، قلم جي صليب
تي ٽنگجڻ جو حق گهري رهيا آهن!

صليب! اننت منزل جو واحد Via!

* * *

آتما جي آتما کي اجهل ڇڪ، دوستي ۽ اعتبار
جو آڌار، Ideology جو Ideology سان ميل، شڪتيءَ
جو شڪتيءَ کي بسي آواز سڏ ـ بيوقوف هٿاسين علي،
جو پانيوهوسين ته انهن بي ناتن رشتن جي آڌار جيئڻ
جو جواز لهي وٺنداسين . انهن بي نانءَ ناتن لاءِ ڪو
دليل هو، نه صرف ايترو ته خدا جي خدائي ۾ ته
ماڻهس اعتبار اعتماد جي ڪري قائم آهي. نه ته ڪيس

اکين سانَ ڏسي ڪنن سانَ ٻـڌي ۽ هٿن سانَ ڇهي
ڪنهن ڏٺو آهي؟
چنڊ کي ڇڏي چانڊوڪي جو اعتبار، گلن کي
ڇڏي صرف خوشبوءَ جي جستجو، شيءِ کي ڇڏي صرف
شڪتيءَ ۾ پناه ڳولهڻ، ڪيڏي وقت کان اڳ جي انڌي
Ideology هئي اسانجي !
هڪ ٻئي جي خوابن ۽ گمانن تي اعتبار،
”رات خواب ۾ سون توکي مرندي ڏٺو پنهور پئو
ڪان سڄي رات سمهيو ئي نہ.“ ياد اٿئي ڪينٽين جي
ڪنڊ ۾ چانهہ جو چڪو ڀريندي تو چيو هو. منهنجي
اکين جا تارا حيرت کان ڦلهجي ويا هئا.
”حيرت آ علي، تڏهن سون رات توکي رئندي ڏٺو
خواب ۾ .“
” فرض ڪر جي واقعي ائين ٿئي، تہ تون ڪيئن
ملهائين منهنجي موت کي؟“
”پهرين تون ٻڌاءِ تون ڪيئن ملهائين؟“
خود غرض تي هڪٻئي جي اذيت جو اندازو هڻڻ
لاءِ ڪيڏا بيوقوفيءَ جا سوال ڪندا هئاسين!
”نہ، پهرين تون ٻڌاءِ.“
تو ڏکهو ساه کڻي پنهنجي جسم کي ڪرسيءَ تي
ڍرو ڇڏيندي چيو هو ”فورن مري نہ وڃان. پر خبر
ٻڌي پهرين سراپجي وڃان . جيڪڏهن يونيورسٽيءَ ۾
هجان تہ پوءِ هوريان هوريان هن ڪينٽين جي ڪنڊ

تائين جيئن روز ايندا آهيون تيئن اچان. ساڳيءَ طرح
ڇاڻهن جا ٻه ڪوپ ڪرايان. پوءِ هاسٽل ۾ تنهنجي
روم تائين اچان. روم تائين ايندي تنهنجي ياد جو ڪهڙو
حصو رستي جي هنن ٻنهين پاسي پٽرن ۾ پوريندو اچان.
پر جي تون ياد اچڻ لاءِ زور ڀرين ته آئون T.V تي
ڊيڪاريل ان ٻارڙي جيان اکيون زور سان ٻوري، ڪنن
۾ زبردستي آڱريون وجهي چوان هيٺئر سون کي ڪوئي
ياد نه پيو اچي، هيٺئر سون کي ڪوئي ياد نه پيو اچي،
ياد اٿم ڳالهه ڪندي ڪندي اضطراب وچان تو عينڪ
کي ايڏو زور سان ڀيڙو ڪيو هو، جو هڪ ئي سٽ
سان ٻن حصن ۾ ٽڪرا ٿي وئي هئي.

علي، اڄ سوچيان ٿي. ڇا ڪيٽين جي اها ڪنڊ،
جنهن تي اسان ڪان سواءِ ٻيو ڪير ڪڏهن نه ويٺو،
لئبريريءَ جا مقدس ڪتاب، سال ٦٥ع کان ٦٩ع تائين
جا شاگرد، ڊپارٽمينٽ جا استاد جي اسان جي سٽ ۽
سٽ جا ساکي هئا، اسان جي وجود کي وساري سگهن ٿا؟

ڪير ٻڌائيندو انهن سڀني کي ڪائنات جي سڀ
کان اهم قضئي متعلق، ته دوستي اسان جي ختم ٿي
وئي. بقول ڪنهن جي 'دوستي هئي اسان جي، ڇڻ
دوا جي بند ڪا شيشي، جا آغاز جي تاريخ ۽
(Exp-date) سان ختم ٿي وئي،

هي ٿي ڪتاب، جي مٽيءَ جي جزدان سان لڳيا،
الائي ڪڏهوڪو الماريءَ ۾ سٿيا پيا آهن، مٽيءَ کي

چنڊکو ڏيئي جلد جو ورايو ائين ته اڏريل اڏريل رنگ جي مس سان، تنهن ڪتابن تي، هيٺان تنهنجي صحيح سان ڦڪا ڦڪا سرٽيننگ لفظ اتڪيا پيا آهن. ٽن نون سالن جي آمد تي تي عظمتن جا اسين. سال ٦٦ع، ٦٧ع ۽ ٦٨ع جا. ائين ناهي ته ٦٨ع ڪانپوءِ سال ٦٩ع نه آيو ۽ وقت بيهي رهيو. پر باقي ڪتابن جا تحفا تنهنجي نئين چونڊيل پيار جي چڪيا جو ٻارڻ بنجي ويا.

سال ٦٦ع جي ڪتاب تي لکيل آهي، ”ٻن هارايلن ڪي هوندن به هڪ ٻئي سان عجب چڪ محسوس ٿيندي آهي. ائين جئن ڇٽي ويل ريل جا ٻه ساٿيا مسافر... اسان ٻه پاڻ ۾ ائين آهيون.“

هيٺان تنهنجو نالو، تاريخ ۱ جنوري سال ٦٦ع.

ٻيو ڪتاب سال ٦٧ع جو. لکيل آ ”ڪنهن اڃاتل ساٿيءَ سفر جا همراهي، ٻه اڻ پورا وجود، رخت سفر ساٿيءَ سان. اضطراب ۽ بيچينيءَ ۾ هڪٻئي جا همنوائي. ٻيڙا ۽ پڙلائن ۾ ٻنهين جو هڪ جيترو حصو دار اکين سان ساٿي پروڙ

ٽيون ڪتاب ٦٨ع جو. هلڪي مزاحيه انداز ۾ خلوص جي اظهار خاطر لکيل آهي، ”تنهنجي صرف هجڻ جوئي احساس دل جي ڏڍ لاءِ امام ضامن آهي دل جي سهاري لاءِ ايمان جي انشورنس پاليسي...“

دل چوي ٿي اهي لکيون پڙهي ڪلان، بيطرح

ڪلان. ايڏو جو اندر جي آنڊ مانڊ لوڇ پوڄ چڻ
ڪنڊ ٻاڻ ني سڏڪي سڪرات جي آخري
سمي جيان ساڻي ٿي پوي. تون جي سامهون هجين ته
اها ڪل پڌي ڪاسين وڃين. ڏندن سان چپن جون
ڪنڊون چڪڻ لڳين. هميشه جيان اهو ساڳيو جملو
ورجائين، ”ايڏو سڪون پڪ تو ڪٿان سمگل ڪيو
آ! نه ته ايڏي آنٽ عام حالتن ۾ ڪهڙو شريف ماڻهو
Afford ڪري سگهي ٿو.“ آئون سدائين ساڳيو
جواب ڏيانءِ، ”چڱو شريف نه سهي پر سرنڊئي سهي مون
ڪانسواءِ؟“

اهوئي ته ڏک آ جو نه ٿي سري. اسين ڪجهه
بيڪار شين جو پاڻ کي عادي بنائي، انهن ڪانسواءِ
پاڻ کي چڻ اڌو گابرو محسوس ڪرڻ لڳندا آهيون.
نه ته شين ۾ ڪا خصوصيت نه هوندي آ، جئن تو ۾
ڪا خصوصيت ناهي. بقول غازيءَ ته ”محبت مڪمل
شخصيت سان انهن جي خامين جي باوجود ٿي ڪئي
ويندي آ.“

* * *

ٽيٽي ڪتاب سامهون پيا آهن ۽ تنهنجا جملا اڌريل
اڌريل رنگ جي مس سان مرٽيننگ انداز ۾ لاشن سمان
چڻ ڪاغذ جي ڪفن ۾ ويڙهيل ڪتاب، جي ڌرتيءَ
۾ امانت جيان محفوظ پيا آهن.
دوستي، اعتبار ۽ اعتماد ختم ٿي چڪو آ ۽ لفظ

اچا محفوظ رهيا آهن.

الائي ڇو اسين وقت کان اڳ ۾ ئي ڪنهن ڪنهن کي دل جا دائمي سهارا ۽ ايمان لاءِ انشورنس پاليسيون سمجهندا رهندا آهيون! الائي ڪهڙا ڪهڙا ايمان جا ضامن ۽ عقيدن جا نا خدا جوڙيندا رهندا آهيون. جڏهن ته خبر ائين ته ضمانتون ضبط ۽ پاليسيون Lapse به ٿي وينديون آهن.

دريا پنهنجي دوار، هوائون پنهنجي رخن ۽ سندون ساڳين ساڳين تي هلي هلي رخ بدلائي به ڇڏينديون آهن. دلين ۽ درياهن جا هوئڻ به ڪهڙا پروسا! هوئڻ به انسان ۽ سندس فطرت ۾ ڪو ڪلارڪ ۽ ڪرسيءَ جهڙو رشتو ته ناهي، جي هميشه هڪ ٻئي کي چهٽيو اچن. ڪڏهن ٻه، ڪو به واقعو، سال گهري ستل جذبي کي جاڳائي زندگيءَ جي رخ کي موڙي به سگهي ٿو. نظريا ۽ اصول، قول ۽ فعل بدلائي به سگهي ٿو.

حالتن سان گڏو گڏ وقت وقت جي ڳالهه آ. جڏهن وقت جي ڪنجي حالتن جي تالي ۾ گهمي، تڏهن خبر پيئي ته ذار اڪين سان ساڳي پروڙ رکڻ وارا هئا ته ٽريفڪ جو برابر ساڳيوئي سنگل، پر ٻن مختلف (Indicators) ساڻ . علي، تو ٽنهي وقت ساوا رنگ جوندڙيا ۽ سون کي حصي ۾ زرد روشني ملي، جتي جيون جي هر هلندڙ گاڏي اچي بهي رهندي آ. تون اڄ اپ ۾ اڏاسندڙ آزاد پنڇي آهين، اوچاين تي آکيرو

اڏڻ وارو منهنجو واهيرو به آهي ته سهي، پر ڌرتيءَ جي اونهاين ۾. عام ماڻهوءَ جيان پنهنجي واهيري تائين رسڻ جي آس اٿم. منهن ۾ مٽي سان ڌرتيءَ کي کوٽڻ جو ڪشٽ.

چوڻ تو به ڪئي ۽ مون به. ڪامياب تون به آهين ۽ آئون به. فرق هڪڙو آ، جو تون ڪاميابين سان نباهي هڪڙو دفعو سرخرو ٿي وئين ۽ اسان به پستين جي ميدان ۾ پيڙائن جي ساٿ سان Long March ۾ ڪجهه نيائي آياسين، ڪجهه نيائي ويندا سين. ان ۾ شاباش ڏيڻ جي ڪا ڳالهه ناهي، جو ڪامياب تون به آهين ۽ آئون به.

مسئلو صرف جسم جي جيئڻ مرڻ جو هجي ها ته ماڻهو اهڙا بنواس نه به ڀوڳي ها، ڪا ٿڌي ڪنڌ وٺي سهي رهي ها سڪون سان. پر هتي ته اڻ ٽر Ego جو سوال هو ۽ مون سان ته خوش نصيبيءَ سان هميشه اها ٽريجڊي رهي آ، جو جذباتي ڏي وٺ ۾ منهنجو هٿ هميشه ڪان اوچو رهيو آ. ڪڏهن به منگتن جيان سڪ جي خالي ڪشتي کي محبت ۽ دوستيءَ جي سڪن خاطر ناهي ڦهلايو (دراصل جي جذبا تو ڪان هميشه Command سان مليا، انهن لاءِ demand جي عادت جو نه هئي). آخر ۾ هٿ ڦهلايان مان تو آڏو. جنهن کي دوست سڃيو هوم پنهنجي سڄي ساري وجود سان. ڪل ايندي اٿم جڏهن ڪوئي چوندو آهي ته

منهنجي دل تي ٻئي پار دوستيءَ جي عظيم ڦهلاءَ لئي جسم جي صرف هڪ عضوي تائين محدود ڇو ري سگهجي ٿو؟ صرف دل تائين؟ صرف دماغ تائين؟ صرف شهر رڳ تائين؟ ذرتيءَ کان آڪاش تائين جي ڦهلاءَ کي جسم جي ڪنهن هڪ حصي تائين وابسته ڪري، ان کي ڪنهن نوان جي ڪننچيءَ سان محض افتتاح جي شوق خاطر ڪٽي ڇڏڻ!

اها هئي تو ٻاري مصلحت پسند مشهوريءَ جي شائق عقلمند جي ڪيڏ. حالانڪ تو سون کي "اڳرائي ڪندڙ" جو الزام ڏنو هو.

اسان ته هميشه وڪ وڪ ڪري منزل جو سفر طئي ڪيو، ۽ ساڳي ڏسي پلاند چنبڙي پري ٻيهي رهياسين. پريل بازارون پاڻ بنائي، پنهنجي لاءِ پگڙا چوندي چپ ٿي ويا سين. اها منهنجي تياڳ پسنديءَ جي انتها هئي، جو تو هڪ لڳان اسان جي دوستيءَ جي آخري ڏينهن پنهنجو نئون فيصلو ٻڌائيندي چيو هو، "هڪ ٻئي جي پناه ۾ ان ريت پنهنجي ڪمزورين جو اعتراف ڪرڻ ته اسان کي ٻنهي گوشه نشين بنائي وجهندو. اڄ ته هڪ ٻئي جي ذات کان ڌورو آجو ٿي، ڪجهه دنيا سان گڏ هلڻ ٻ سگهون."

"ضرور..." سون کي ڪهڙي اعتراض هو!

هڪ نقطو ـــ هڪ زاويو، جتان شڪست خورده قنوطي شخص سرڪندڙ فاتح ماڻهن کان پنهنجا ڏک

الڳ ٿاهڻ شروع ڪندا آهن. جتان اُس تراس، سراب ۾ شدائيءَ جا رستا الڳ ٿيڻ شروع ٿيندا آهن. اسان ڊار ڏياسين ان نقطي تان.

سوچيان ٿي، ڇا ڪهاڻيءَ جو آغاز آئون ڊار ٿيڻ کان ڪريان. جڏهن ته وڇوڙن کان پوءِ ڪهاڻيون سرجنديون نه پر سرجهائجي وينديون آهن. پوءِ ڇونه ٿورو وصل جو ذڪر ٿي وڃي!

يونيورسٽيءَ جي پهرين ڏينهن ••• هام شايد پهرين ڏينهن ئي توسان ملاقات ٿي هئم. اهو ڏينهن شايد منهنجي نيڪ نصيب (جيڪڏهن منهنجي حصي ۾ ڪا نيڪ نصيبي هئي ته) ڏينهن مان هو، جو بابو ۾ سان هئم. نه ته بابي جو ساڻ هجڻ ته ڪڏهن خواب ۾ به نه سنپريو هئم. بابي الائي ڪيتريون شاديون ڪيون، پر جو ليکو ذهن ۾ واضح اٿم ـــ اهي جن جا نڪاح باقاعدي رجسٽر ٿيل هئا. پر انهن ٻن سان به پهرين زال سان پاڻ نه نڀيو، ٻي ساڻس نه نڀي (جا شايد منهنجي ماءُ هئي). اهڙي ريت بي ربط ڦيٿن سان هلندڙ گاڏي نه پاڻ نڀي هلي، نه مسافرن کي ئي صحيح دڳ لائي سگهي. ٻـي ساڳـ پڻ ڪندڙ مسافرن جيان اولاد جنهن کي جيئن آيو تيئن پنهنجي وت ۾ وقعت آهر بي مقصد اسٽيشن تي لهي پيو. هاسٽل جي ڪنڌ اهڙي سمي مون لاءِ چڻ دارالامان بڻجي ويئي. هونئن به اهي مسافر جن جي منزل جو ڪو خاص تعين ٿيل نه هجي، خلوص

۽ پيار جي ننڍڙي ننڍڙي اسٽيشن تي پنهنجي ساھ جو سمورو سامان ويڙھي ھيٺ لھي پوندا آھن. اھڙيءَ حالت ۾ تنھنجو خلوص ۽ سھڪار تنھنجي ئي لفظن ۾ دل جي ڏڍ خاطر 'امام ضامن' بنجي ويو.

بقول ڪنھن جي غمن ڪي واقعي پنھنجون گھرايون آھن. حالتن کان مار کاڌل پارن جيان اسان ھڪ ٻئي جي گھرائيءَ ۾ ايئن سرچي وياسين، جو ٻئي ڪنھن رشتي ڪي سلھاڙڻ جي گنجائش ئي نہ رھي.

يونيورسٽيءَ ۾ گھڙندي ئي بابا توکي چيو ھو (جو ڳالھين ۾ خبر پئي تہ تون نہ صرف منھنجو ڪلاس فيلو پر بابا جي مرحوم دوست جو پٽ بہ آھين ۽ پنھنجي پيءُ جي بي وقتي موت کي خراب حالتن جي صورت ۾ پيو ڀيندو آيو آھين)، "پٽ پيڻ جو خيال ڪجانءِ ھيءَ ننڍين آھي تہ ھر شيءِ دير سان سمجھہ ۾ ايندي اٿس. آئون Busy رھندڙ ساٿھن سان آھيان. البت چيڪن سوڪلڻ ۾ دير نہ ڪبي."

بابو واقعي ھميشہ جيان چيڪن جي حد تائين ياد رکي جٽن ويو تہ وري نہ وريو.

پر تو بہ بابي واري لفظ 'ڀيڻ' جي ڪڏھن تائيد نہ ڪئي. بقول تنھنجي- "ضروري آھي ڇا تہ رشتا ۽ وابستگيون ضرور ڪنھن نہ ڪنھن نالن ۾ ئي ورھايون وڃن- ڀاءُ ۽ ڀيڻ جو رشتو، عاشق ۽ معشوق جو رشتو، زال ۽ مڙس جو رشتو. ڇا ان کان علاوہ پيو ڪوبہ

رشتو ممڪن ناهي؟ دوستيءَ ۾ اعتبار جو، ذهن ۽ ذهن سان هم آهنگيءَ جو. اهڙو رشتو جنهن ۾ نہ ڪا ڪهاڻي سرجي، نہ منزل سلڻ جي تانگهہ ٿئي ۽ نہ ئي وري چاشنيءَ وارو اهو چاهہ، جو جسمن جي لمس مان پيدا ٿيندو آهي. اهڙا نالن کان وانجهيل ناتا عظمتن جا امين آهين - ان کان سواءِ باقي رشتا وودڪا جي اثر کان بي ستي وقتي وهنوار جي وندر آهن، باقي ڪجهہ بہ نہ.

* * *

ڪتابن جا ٿهَا هتن ۾ جهلي بانهن تي ڪارا ڳاؤن لڙڪائيندي، ٽڪل ٽنل رستي تي پيل پٿرن سان ٺڏن جي ريس ڪندي، اسان حيات جي ڪيترن ئي رهجي ويل خالن کي هڪ ٻئي جي هام سان پري ڇڏيو هو. تون حيات جي ناگزير حالتن کان پريشان هئين ۽ مون کي زندگيءَ جي گذريل پلڪن پريشان ڪيو هو. ضرورت مند تون بہ هئين ۽ آئون بہ. هڪٻئي جي حاجت روائي، ڪنهنجو ڪنهن تي احسان نہ هو. مشڪل ڪشائيءَ جي لمحن ۾ ٻنهين مان ڪنهن هڪ بہ نہ سوچيو تہ سگهون جو هيڏو سامان جنهن شخص مان مونکي ملي ٿو، سو ڪو اتفاقن Apposite sex رکي ٿو.

ياد اٿئي جنهن جاءِ ۾ اوهين رهندا هئا ان تي هلندڙ ڪيس جي ڪري تون اڪثر پريشان رهندو هئين. ڪيس کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي وقت ۽ پئسي جي ضرورت هئي. تون اڪيون پوري ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏيئي

ٿڪل لهجي ۾ افسرده نوع ۾ چوندو هئين، ”سڄي رات سمهيو نه هيان. سوچ ۾ ڪيئن صبح ٿئي، جو توکي اچي ڳالهه ٻڌايان. تو ٻڌايو هو ته ڪاغذي ڪاروين تائين اوهان ڪيس کٽي ويندا آهيو، پر مخالف ڌر اسين کي وڏيون وڏيون رقمون ڏيئي ڪيس پنهنجي حق ۾ ناهيو وڃي. تنهنجيون اوجاڳي کان ٿڪل اکيون شڪايت ۾ ٻڏل هونديون هيون.

”سمهڻ وارا ته سوريءَ تي به سمهي رهندا آهن.“ مون توکي خلوص سان صلاح ڏيندي چيو هو. ”رات جو جڏهن سمهين ته سکيو سمهندو ڪر. ڏک ڏينهن جو هتي ڪٽي ايندو ڪر ته گڏجي ونڊيندا سين.“

تون پريشان ٿي چوندو هئين ”ڏينهن ڏنجهائين ته ۽ راتين کي ريجهائڻ جو ڪو سليقو ناهي. حالانڪ پنهنجي شڪستن کي هميشه کلي ڪيڪاريو اٿم. البته شام جو ڪنهن ريسٽورنٽ ۾ ويهندي، اڪيلي چانهه پيئندي توکي اڪثر مس ڪيو اٿم. خصوصا تڏهن جڏهن موڊ منجهيل ۽ دل اداس هجي. الائي ڇو، اهڙي ويل دل چاهيندي آ ـ تون پر ۾ هجين ته پنهنجي اونهاين کي توسان Expose ڪري بار لاهي ڇڏيان.“

”سچ ته تون اسن آهين پنيور“

”سچ ته تون به امن آهين.“

”ڇگو پلا ٻئي هڪ ٻئي لاءِ دارالامان آهيون...“ کلي ٿاهه جي هڪ نئين صورت ڪيندا هئاسين.

گويا سگهي ٿو مشروط فيصلو هو هڪبئي جي وجود سان. بنا ڪنهن شڪ شبهي جي اهڙو سنگم- جنهن تي نه ڪا اک مرڪي، نه ڪنهن آڱر سڄي، نه اسڪئنڊل جڙيو ۽ نه ئي Affair مشهور ٿيو، نه ته جو ناتو جڙن هجي، دنيا ان کي ائين ئي قبولي، ضروري ته نه هو. جڏهن ته شڪ ڪرڻ وارن جي زد کان آسماني صحيفا به نه بچي سگهندا آهن.

* * *

بس اتڪياسين پاڻ ۾ ڪڏهن ته، هن فرزانه واري معاملي ۾ چانهن جا بل ادا ڪرڻ تي.

فرزانه تنهنجي ماٽناٽي سان هئي. ڪوئي اوهي واهي نه هئڻ ڪري اوهان وٽ ئي رهي. تنهنجي امان جي مرضي هئي ته گهر جي ڇوڪري گهر ۾ ئي رهي. پر تون ڪنهن صورت پير تي نه ٿي بيهين ۽. هڪ لڳان تنهنجي ماءُ سون کي ان معاملي ۾ توکي سمجهائڻ لاءِ چيو هو. سمجهايو هو ماڻ ۽ ته چڙ مان سچي يونيورسٽيءَ مان چانئيل ڇورن جي لسٽ چوندي چيو هئ، ”ڀهرين تون هنن سڀني مان هڪ سان شادي ڪر ته پوءِ آئون فرزانه سان.“

هڪ ڏينهن تو پريشان ٿي چيو هو، ”امان چوي ٿي يا فرزانه سان شادي ڪر، نه ته گهر ڇڏي هليو وڃ.“

”فرزانه توکي لهڻين به ضرور. امان سچ ٿي چوي.“

چيو "شادي Risk آ ۽ في الحال آئون Risk کڻڻ لاءِ تيار نه آهيان."

"Risk ته اوپريءَ شيءِ سان ٿيندو آ. فرزانه پنهنجي آ."

وراڻيو، "پنهنجي شيءِ مان چاتل سچاتل هڪ ڄاڻ ٿو اچي. جنهن کي چڱائيءَ جي لحاظ کان هر وقت پنهنجو Feal ڪجي، ان سان Deal وري ائين ڪجي، جو ان سان پار ڇڙجن. پاڻ کان پهرين ائين ڪونه پڄندو."

اهڙيءَ طرح ڪينٽن جي ڪنڊ وٽي چانهن جي چڪن سان الائي اسان ڪيڏا بي ربط نظريا ۽ عجب ideas چيڙيا هوندا. اتي جو اتي تر تان ڪسي هڪ ٻئي کي سرد جيان گاريون ڏنيون هونديون سين. ٻارن جيان پوٽ سچايا هونداسين. ۽ 'نه تي سري' جو Excuse ڏيئي، لڪائي وري خلوص جا تازه دم سلسلا نئين سر جوڙيا هونداسين روح ۾!

آئون سارتر جي انهن لفظن سان متفق آهيان ته سهي ته "هر اهو لفظ جو اسان ٻئي جي آڏو ادا نه ڪري سگهياسين — اسان جيءَ هار جو سخت اعتراف آهي." پر تنهنجي منهنجي ويڙهه ڌرتيءَ تي پنهنجي نوع کان پهرين ئي ويڙه هئي. جنهن ۾ اسان هڪ ٻئي کي گهٽي کان گهٽو ڀڏائيندي به پنهنجو پاڻ کي شڪست خورده سمجهيو.

مون کي ياد آ ـ ويتره ۾ تون اڪثر چوندو هئين
”تو سان گڏ ويهي به نه ٿو سگهجي، تو کان سواءِ رهي
به نه ٿو سگهجي.“

آئون به کلي چوندي هئس ”تنهنجي سات ۾ ايڏو
سڪون آ، جو سمجهائي نه ٿو سگهجي. ايڏو سرور آ
جو سانڍي نٿو سگهجي.“

ائين البت ضرور هوندو هو ته ويتره جو آغاز هميشه
مون طرفان ئي پرچاءَ ۾ پيش قدمي هميشه تنهنجي طرفان
ٿيندي هئي. جو منهنجو خيال هو ته روسامي لاءِ اول
ڪپت تون ٿو ڪرين. چوندو هئين، ”زندگيءَ جي هر
معاملي ۾ هميشه خوددار رهيو آهيان. پر تو جهڙي
بوگس ماڻهوءَ لاءِ اڪثر انا اٽا ڪرڻي پئي اٿم.“

بهرحال تڏهن اسان ٻنهين جو خيال هو ته زندگيءَ
۾ ڪو سٺو ’ساٿي‘ پائي سن ڪي نفسياتي سهارو ملي
ويندو آ جيئڻ لاءِ، جنهن جي آڌار تي زندگيءَ جا ننڍا
وڏا ڪم سليقي سان نڀائي سگهبا آهن. جنهن جي محبت
سان شڪستن جا بار آسانيءَ سان کڻي سگهبا آهن.
جنهن جي زندگيءَ جا ٿورن لفظن ۾ گهڻا مطلب سمجهائي
سگهبا آهن.

”اسان به ته هڪ ٻئي جو جت هئاسين علي!“

تڏهن ته اسان ٦٥ع کان ٦٨ع تائين جو عرصو اسان
هڪ ٻئي جي حفاظت ۾ ائين گذاريو، جئن اسرندڙ
ٻار ماءُ جي ڪک ۾.

سال ١٩٦٩ع آيو.

نوان واقعا، نوان امنگ ۽ نوان ماڻهو کڻي ايندڙ وقت ۾ ٿيندو ته الاءِ ڇا ڇا، پر هميشه هر ڳالهه الائي ڇو ڏاڍي اميد افزا پيانئي آهي. پوءِ پل ته ٿيندڙ واقعا اسان جي پلاند کي پرڙ ڪري اسان کان اسان جي Identification ڦري وٺن. پر آئنده جو آدرپاءُ هميشه ڪان اسان جي عادت رهي آ. ڪيئن نه چنداگڏ ڪري نئين سال ۽ ايندڙ ماڻهن کي Reception ڏيندا آهيون.

سو نئون سال آيو، پنهنجي تمام تر نوان سان، نوان ڪلاس، نوان شاگرد، نئون ٽائيم ٽيبل؛ نئين يونين ۽ نئون Menifesto کڻي.

اسان پارٽ ٽرڊ بيحد شان سان ڪليئر ڪري فورٿ ۾ آياسين. پهريون دفعو ائين ٿيو جو شاگردن جا ايڏا جٿا ٻين ڪاليجن کان Migrate ٿي اسان جي يونيورسٽيءَ ۾ آيا

پهريون دفعو... پهريون دفعو... ڪلاسن ۾ شاگردن جي گهڻائيءَ سبب ورهاڱو ٿيو Sex جي بنياد تي.

ظاهر آ، ان تبديليءَ کي اسان مان ڪنهن به پسند نه ڪيو. پراڻن شاگردن جي ڇهل پهل گويا گم ٿي وئي. ڪجهه ايندڙ شاگردن جي اجنبيت ۽ پڻ، ڪجهه پنهنجن پيارن رفيقن کان ڇڄڻ جو ڏک. ڏينهن سچ ته هيڪر وري ڏولانگهن ۾ اچي ويا.

اسان جي... ها علي، اسان جي سالن کان ماڻيل هيڪڙائي به ورڇ جي ور چڙهي وئي.

آگسٽ ٦٩ع جي ١٥ تاريخ سومر جو ڏينهن پهريون دفعو تو الڳ ۾ مون الڳ ڪلاس اٽينڊ ڪيا. خالي ذهن ۾ ڪوڪلي اتساه سان. ڪلاسن ۾ دل نہ لڳي، ليڪچر سمجهہ ۾ نہ آيا، ڪيئن بہ چاهيو هوسين تہ ڇانهن جو وقفو ملي تہ گڏ ويهي فضا ۾ ڳاريون اڇلايون ۾ اندر ٺاريون. پر ٿيو ائين جو ان ڏينهن ١١ بجي چاءِ پيئڻ خاطر ڪينٽن ۾ گڏياسين ضرور، پر الاءِ ڇو پنهنجي پنهنجي جاءِ ٻنهين ڄڻن عجب شڪائي محسوس ڪئي، جنهنجو اظهار اسان ان ٽاپڪ تي ڪجهہ بہ نہ ڳالهائي ڪيو. تون خاموش هئين ۽ رکي رکي پيشانيءَ تي هٿ گهمائي (پريشانيءَ جي عالم ۾ پيشانيءَ تان هٿ گهمائڻ تنهنجي خاص عادت هئي.) ٿڪل ٿڪل لهجي ۾ اٿندي چيو هئئہ "موڪل مهل ڪلاس کان ٻاهر منهنجو انتظار ڪجانءِ. اڄ توسان هلندس ۽ ماني بہ تنهنجيءَ ميس جي ئي کائيندس."

"تنهنجو دماغ اڄ پٽڙيءَ تان لٿل آ علي."

تو اٻاڻڪائيءَ سان خالي خالي انداز ۾ خليل جبران جا جملا ورجايا، "منهنجون ديوانگيون پاڻ کان لڪائڻ ڏي ساٿي، جو سون کي هيڪلو لنگهڻو آ ان جهنم مان، جو آئون توکي ڏيکارڻ نہ ٿو چاهيان."

روم ۾ وڃي اسان هتي هتي جي سطحي Talk ۾ پوري ڪوشش ڪئي تہ ان خود ساختہ احساس جي جهنم مان بچي سگهون، جو خالص الخاص اسان هڪ

ٻَئِي جي وٽدر لاءِ هڪ ارادو جوڙيو هو. ماڻهو پنهنجي آرام لاءِ جتنون جوڙيندا آهن، اسان جهنم چونڊيو هو. هئي نه چريائپَ واري Sadistic approach

"علي، ڪڏهن ڪڏهن الائي ڇو ذهن تي هر ويرو Depression جو ايڏو داٻو محسوس ٿيندو آ. پاڻ ۾ Emotional gaps من جي اندر الاءِ ڪٿي پري پري ڪي رهجي ويا آهن، جن کي پُرڻ لاءِ حيات جو هيءُ دور پورو نه آهي. شايد وري ڪا ٻي جوڻ ملندي، انهن خيالن کي پرڻ وري ڪٿي اچڻو پوندو." مون چيو.

تون شايد سمجهي وئي هئين. اندر جي رهجي ويل گهائن کي لفظي ڇپرن سان پر ڪرڻ جي ڪوشش ۾ چيئه، "تنهنجي زندگي پر پيچ سهي- پوءِ به هڪ اميد آهي. تي سگهي ٿو ڪو پيچ، ڪو داءُ تنهنجي فائدي ۾ وڃي ۽ تون جيئڻ جو جواز لهي وٺين. زندگي تمام وسيع آهي."

"مون زندگيءَ ۾ لالچي ٻارن وانگيان ڪڏهن به اميد جي اڪ ناهي هڻئين. جڏهن به Future لاءِ سوچيم، هميشه محسوس ٿيو ته اڄهو اڄهو ڪو لمحاتي حادثو ٿيندو، جو مون کي پٺيءَ پر ڪيرائي وڃهندو ڪا ناگهاني اتفاق جي ويرايندي، جا مون کي لوڙهي ويندي. T.V ڏسندي، اخبار پڙهندي هر بريءَ خبر جي گرد گول دائرو ڇڪي ڇڏيندي آهيان. شايد ڪو وقت ايندو، جو اهي خبرون منهنجون منتظر ٿينديون. ڇوڪريون سهانن سپنن جا تاج محل اڏينديون به

هوندي هون، پر منهنجي سوچ هر وقت شڪيلا جي مٿرن ۾ ئي ڦٽڪندي رهي ٿي.“ تون ٿڪي مرڪ مرڪي چئين چيئ، ”نيٺ به ته چند سنڌي آهين. جنهن شڪيلا نه ڏٺي، اتي جي مقبرن لاءِ نه سوچيو، سو سنڌي ٿي ئي نه ٿو سگهي.“

* * *

يونيورسٽيءَ ۾ ايڏي بڪواز جو وقت نه ڏي سگهيو، پر چانهن جو وقفو بهرحال اسان جو رهيو. ان وقفي ۾ ملندا هئاسين ۽ خوب سلهائيندا هئاسين، اڌ پورا جملا نڊيون ڳالهيون.

”اڄ تون ڪنهنجيءَ پير ۾ وينئين؟“

”تون ڪنهنجيءَ پير ۾؟“

”پلا توکي Keats جي فلاڻي لائين سمجهه ۾ آئي؟ جي آئي ته مون کي سمجهائج. رات اسان ران پڇائي. توکي ياد ڪيائين، چيائين ته پنيور کي ڏيٺي آ. پر مان نه آيس، جو سوڊ آف هو.“

”ڪلهه مان جيڪي ڪارا فليپر ۽ grey شرٽ پاتي، ان جي تو واريءَ شمشاد انصاريءَ خوب تعريف ڪئي. پنيور توسان گڏ رهي. هاڻ ان جا ذائقا به تو جهڙا ٿيندا وڃن.“

شميءَ جو رول نمبر منهنجي پر وارو هو. ويجهڙائپ هوئڻ به سانوسيت پيدا ڪندي آهي. هيءَ ته هئي هر رخ کان ويتر وڌيڪ زيبائتي. واقعي سهڻي کان گهٽ

ھجر ۽ گھٽي ۽ ڪشش واري.

شمي چيو آئي. سندس اچڻ سان سچي ۽ ڪئمپس ۽ زندگيءَ جي ماندان سچي ويئي، جيئن ٻيٺل پاڻيءَ ۾ ڪو پٿر لھرون پيدا ڪري ۽ لھرون پري پري تائين ڦھلجي وڃن، تئن ھن ۾ به ڪو مقناطيسي بجليءَ جو پاور ھائوس ھو. جتان لنگھي، جو چوي، جيڏانھن ڏسي، ھر شئي جي قسمت جڙي پوي. سندس ھر زاويءَ ڪي پنھنجو مطلب ھو ۽ ھر مطلب ھوس ۾ معنائي."

رول نمبر ٢٢ وارو سليم اکيون مچڪائي آواره انداز ۾ چوندو ھو "شميءَ جي بدن ۾ آھن موڪيءَ جا مت. ھلندي ھلندي ھاريندي وتندي آ."

بھرحال ھوءَ سونکي به ايتري ته ضرور پياري لڳي، جڏھن وڏي وڏي اعتماد سان پنھنجا ننڍا ننڍا راز ٻڌائيندي ھئي، تڏھن ڪيس پوري ڏيان سان ٻڌندي ھئس. جو خيال ھوم ته پرڪشش جواني ھونئين واقعن سان سلھاڙجي رازن ڪي جنم ڏيندي آ. حسن ھميشه ڪان رازن جو امين رھيو آ. بي راز زندگي بي صورت زندگيءَ جو درد انگيز الميوئي ته آھي علي.

شمي ڪڏھن ڪڏھن سود ۾ اچي مرڪي چوندي ھئيءَ "تون... فقط سنھنجي سڀ ڪان وڏيڪ ھمراز آھين، پنيور الائي چو؟"

آئون شرارت وچان کلي چوندي ھئس "چو جو تون فقط تون ھمباز آھين. الائي چو؟"

"تون راز گهر آهين."

"۽ تون بجلي گهر آهين." آئون ڳالهه لنوائي ويندي هئس- هو شڪي ٿي، ماٺ ٿي ويندي هئي.

بهرحال هن مون تي اعتماد رکيو ۽ مون به نه ٿي چاهيو ته ڪهڙي گهڻ معنائي شئي ڪڏهن حيات جي ڪنهن dead end ۾ الجهي به پوي.

اڪثر ١١ بجي چانهن جي وقفي ۾ تنهنجي انتظار لاءِ مون سان گڏ ويٺي ۽ بور ٿي.

تنهنجي لاءِ مون محسوس ڪيو ته تون هن جو وجود ذهني طرح قبول ڪرڻ نه ٿو چاهين. جيئن ته ڪڏهن ڪجهه ڪونه، پر چهري جا تاثرات لڪائي به نه سگهندو هئين. شمي ۽ کي منع ڪري ڪانه سگهندي هئس. هن ڪان وڌيڪ وري به توتي حق هوم. ڪيس ڪجهه چئي سگهان يا، نه توکي ضرور سمجهائيندي هئس.

"علي، شمي ايڏي پياري آ، ايڏي پياري آ جو جا شئي مون کي وٺي اها توکي ٿي وٺي. ڪمال آ!"

منهنجي چهري تي معنيٰ خيز مرڪ ڦهلجي ويندي هئي.

"جڏهن ته تنهنجا همزاد لوسين جيان لڙونڻا هڻندا آهن." ماضي مان ڪو خيال ڪهڙي آيو ذهن تي.

"مون کي ڪا شئي Convence ڪري نه ڪري، ڪا صلاح آئڙي نه آئڙي، پر تون چوين ته Convence به ٿيان. محسوس به ائين ڪريان. جئن تون ڪرين. چوينپور، منهنجي پنهنجي شخصيت ڪٿي آ... الائي ڪٿي؟"

ڀاڻ اٿڻ! هڪ لڳان ڪينٽن جي ڪنڊ ۾ چانهن پيئندي پيئندي اٿي ڪتاب ٿلوريا هئن. ڪرسين هيٺان جهاتيون پائي، جتيون ڇنڊيون هئن، ارد گرد جي شور مچائيندڙ شاگردن ڀانيو هوندو واقعي ڪا شئي وئي اٿي، سو ڏاڍي پيچ پيچ ڪئي هئن. آئون تنهنجيءَ ان هڙ چڙائيءَ تي کلي پئي هئس.

”ڏس ڀائي! جيءَ جي ڳالهين کي جيتن جي ترن ۾ نه جانچ، اتي ڀلا متيءَ کان سواءِ ملندءِ به ڇا.“

پريان ڪو شاگرد شيطانيءَ وچان ڳائڻ لڳو هو، ”اول متي، آخر متي، متي زندهباد!... متي زندهباد!... متي زندهباد...“ تون ڏڍهن جڪ ڪائي ان بيوقتي راڳ تي چڙي پيا هئين، بنا ان ويچار جي ته ڪو حيات جو سارو فلسفو ان راڳ کي وقت پئي ثابت ڪري ڏيکاريندو.

* * *

سال جو آغاز اليڪشن جي دور سان شروع ٿيو. هميشه پنهنجو پاڻ ۾ ونڊي ورهي ڪائڻ وارا شاگرد هيئر هن دفعه Old V/s New جي بنياد تي اليڪشن لڙڻ لاءِ اٿيا. هر پوسٽ لاءِ پراڻن کي پري ڪري نوان شاگرد اڳتي ڪڙا ٿيا ۽ اهو هنگامو رهيو جو پهريون دفعو پنهنجي بچا لاءِ اسان کي سامهون اچڻو پيو.

President جي پوسٽ سيني Senior شاگردن جو رايو هو ته توکي Contest ڪرائجي. پر تون نه مڃئين. فارم ڀرڻ جي آخري ڏينهن، آخري وقت، صرف ١٠

منٽ اڳ، مون ۾ شميءَ تو کي منٿن ميڙين سان فارم ڀرڻ لاءِ زور ڀڏو. ١٢ لڳي پورو وقت ٿيڻ وارو هو ۽ تون گوڙناٽ ۾ وقت وڃائي رهيو هئين. چيم، ”منهنجيءَ واچ ۾ اڃان ٢٠ منٽ باقي آهن. ڪجهه سوچڻ ڏي.“

مون جلد بازي ۾ چيو، ”تنهنجي واچ ليٽ آ.“

اطمينان سان وراڻيم ”ليٽ ناهي، پر انڪساريءَ سان ٿي هلي.“

”انڪساريءَ سان ان ريت جي هلي ته پنيان رهجي ويندا سين. هر معاملي ۾ ان ريت انڪساري...“

مون ڪلهن ڪان ڪنهيو سانءِ — شميءَ چڱيءَ طرح ساٿ ڏنو. بهرحال فارم ڀرائي ئي دم ورتوسين.

ڪنوينسنگ جو قصو شروع ٿيو. ڪنوينسنگ ڇا، مڙيئي ڪلاسز ڪاٽا ڪري ايپل سيڊرا اڏائڻ جا بهانا هئا. مون کي تنهنجي ڪنڻ جي پڪ هئي. البت شميءَ خوب دٻائي تنهنجي ڪنوينسنگ ڪئي. هن جنهن خلوص ۽ Devotion سان تنهنجو ورڪ ڪيو، ان جو تون پاڻ بيطرح قائل ٿي وئين (يا قائل شايد اڳ ۾ ئي هئين، صرف لا شعوري Resistance جي ڪري مڃڻ ڪان ڪيٻائيندو رهين). هوئن به اليڪشن جو ورڪ ڪندي هوءَ مون سان ۽ مون توسان گڏ ڪم ڪري ڪري، تون هن کي ايترو ضرور قبولڻ لڳو هئين جو

جڏهن اليڪشن جي آخري ٻن ڏينهن ۾ مون کي اڪيلي سر سائنس فئڪلٽيءَ (جا ڪئمپس کان ڪافي پري هئي.) تنهنجي ورڪ ڪرڻ لاءِ وجهو پيو، ته تو ان ۾ ڪو حرج محسوس ڪونه ڪيو. ۽ پاڻ شميءَ سان اليڪشن جو انتظام سنڀالڻ لاءِ ڊپارٽمينٽ ۾ ئي رهين.

اليڪشن جا آخري ٻئي ڏينهن پاڻ ۾ ملي نه سگهياسين. جي ملياسين ته ٻه ان شام الجزيره تي، جڏهن تو اليڪشن کٽڻ جي خوشيءَ ۾ سڀني کي چانهن پياري ۽ مون هميشه جيان اهو ئي گڏيل ڦڏل، پر سڀني جي فرمائش تي "ملڻ جي خوشي آ، نه ملڻ جو غم" وارو راڳ ٻڌايو.

سال ٦٩ع جي پهرين الم انگيز شام، شايد اتان الجزيره تان شروع ٿي. ٻاهر لان ۾ ڪرسين جي ترتيب ڪجهه ان ريت هئي، جو اسان ٻنهين کي هڪ ٻئي سڌيءَ ۾ ساڄيءَ لائين ۾، وچ ۾، ڪجهه شاگردن جي وقفي سان جاءِ ملي. ظاهر آهي ايترو ڏار ويهي ڪرڻ ممڪن نه هو. اهڙين محفلن ۾ گڏ ويهي جيڪو نڪلين نڪلين نقطن کي enjoy ڪرڻ ۽ جملا ڪشي هڻڻ ۾ مزو ايندو آ، اهو هن دفعي هٿ مان ويندو رهيو.

تو ڪرسيءَ کي ڪجهه اڳتي جهڪايو. هاڻي شمي ۽ تون ڳالهائي سگهيا ٿي. آئون اها ئي پڙهيان!

رسمي تقريرن کانپوءِ هلڪيءَ ونڊر جو پروگرام رهيو. ظاهر آهي ته ونڊر جو سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو.

مون گوڙ ڪيو، ”اهو ڇا هي پئي؟ لائين سان جهڙو ڪر ڪلاس ۾ ويٺا آهيون. ترتيب ڦٽائي بي ترتيبي ڪريو. بي ترتيبيءَ ڪي هوئين پنهنجو حسن آهي.“

ڪرسين جي ٺڙاڪ ٺڙاڪ سان سڀ گروپن جي صورت ۾ دائرو بنائي ويٺا. لطيفا ٿيا، راڳ هليا ۽ مذاق، رمارڪ ۽ الائي ڇا ڇا.

ان شام مون پهريون ڀيرو محسوس ڪيو ته تون خاص طور خوش هئين. اها خوشي مون کي اليڪشن ۾ ڪاميابيءَ جي سادي خوشي نه لڳي. تنهنجي اکين ۾ خاصي چمڪ ۽ جسم سان خوب جلد بازي ٿي جهلڪي، توکي ته ياد هوندو ته، آئون هميشه چوندي هئس، ”زندگيءَ ۾ سچيتيءَ جا سودا ڌيرج سان ٿيندا آهن. جلد بازيءَ جي ڪپت اسين afford ڪري نه ٿا سگهون. اسين انڪساريءَ سان آهستي هلي هميشه پٺيان رهجي ويندڙن مان رهيا آهيون.“

ان گهڙيءَ تنهنجي جهٽ پٽيءَ جو ڪجهه مطلب سمجهه ۾ آيم ضرور، پر مون هميشه پاڻ جيان توکي ساڳيو سمجهي محسوس ڪيو هو. هنئير توکي الڳ ڄاڻي، ڪجهه سمجهڻ نه ٿي چاهيو. ان ڪري ذهن ۾ اٿندڙ ڪجهه غير واضح ۽ مبهم ستم جي گهوري ڪندڙ احساس ۽ بيچين ڪندڙ خيالن کي ڇنڊي ڇڏيم. اهي عتاب زده خيال، جن مسلسل ۾ ذهن اڪيلي سرسائنس فڪلٽي ۾، تنهنجي ڪنوينسنگ ڪندي، مون کي زير بار

ڪيو هو. تون بهرحال خوش هئين ۽ رڪي رڪي موقعي جي مناسبت سان چڱيءَ طرح رمارڪس ٿي هنيئي. راڳ تنهنجي هميشه ڪان ڪمزوري رهيو هو. هونئن به جڏهن موڊ ٿيئي، مون ڪي ڳائڻ جو چئي پاڻ بقول تنهنجي 'dead' ٿي ويندو هئين. ان شام به اڪيون پوري ماٺ ويٺو هئين، جو شميءَ توکي هٿ هڻي هوش ۾ اچڻ جي آڇ ڪئي. تو اڪيون کوليندي ئي جو رمارڪ ڏنو، ان سڄيءَ محفل کي رنگ ۾ آڻي ڇڏيو. جلد بازيءَ ۾ منهنجو رنگ البت ڏسي نه سگهين. چيئي "يئيور ڳائي پل ڪيڏو به سٺو، پر ڳائڻ مهل يا هيءَ پنهنجي منهن تي رلي وجهي يا آئون پنهنجيون اکيون پوريان."

محفل ۾ کل جو ڪوڪريو پئجي ويو. مون توڏي هڪ پل لاءِ حيرت سان ڏٺو ۽ پوءِ شڪي تي ميني سان کل ۾ شامل ٿي ويس. کلندي کلندي محسوس ٿيم، الاءِ ڪٿان ڪا گرم گرم شئي منهنجي گلي مان نڪري اندر ۾ ڍري وئي.

اهو رت ته نه هو، بهرحال پهرين الم انگيز شام جو پهريون ۽ باقاعدي افتتاح.

واپسيءَ وقت توکي يونين جي گاڏي هئي. چيئي، "گاڏيءَ ۾ ويهه، هاسٽل ڇڏيندو ايندو سانءِ." مون اخلاقا شميءَ کي سڏي ويهاريو، ان پڪ پاڻ ته توکي اعتراض قطعا نه ٿيندو. رستي تي هوءَ توسان سادگيءَ وچان پيارا پيارا سوال ڪندي هلي. هن توکان هڪ

سوال شايد اهو به پڇيو هو تہ، ”اوهان ٻنهي جي دوستي ايڏي گهري ڪيئن ٿي؟“ مون تنهنجي ٻاران وچ ۾ پئي وراڻيو هو ”جيئن توسان ٿي شمي.“ پڇيائين، ”ڀلا اهو ڪيئن ممڪن آ؟“ ڪيس شايد يقين نہ آيو.

اتفاقا گاڏي ٿورو ٿيڙ کائي، ڊڙ ڊڙ ڪري بيهي رهي. مون کي ڪو جواب ڪونہ سمجهيو، پر تون نياڻي وئين. ڊرائيور گاڏي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ اڳيان مشين تي جهڪيو، ان وچ ۾ اسان ٽيئي، اونده ۾ وڻن جون ڪاريون قطارون ڏسڻ لاءِ هيٺ لهي پياسين. تو سگريٽ جو ڪش هڻي مٿي آسمان ڏي دونهون اڇلايو. شميءَ کي جواب ڏيندي چيئي، ”هي آڪاش تي ٽيڙوءَ جو نمڪو ڏسين ٿي نہ؟ جيئن اهو ممڪن آ، نہ ٽيڙو ٽٽندو نہ اسان ٽئي ڇڄنداسين، اسان جي Identification جو بهترين سمبل!“

مون کي الاءِ ڇو اهو سمبل سمجهہ ۾ نہ آيو. هلڪي احتجاج سان چيو مانءِ ”اهو تہ آسمان سان انصاف نہ پيو ڪرين. ڌرتيءَ وارن کي پنهنجون تقاضائون ۽ چاهنائون آهن. ڪٿي تارن جو تيج، ڪٿي اسان جي من جي مام!“ پر ان جملي جي نزاڪت کي تون جهٽي نہ سگهئين، وات تي مون کي ڊراپ ڪندي چيئہ:

”پاڙو ڏيئي وچ ۾ پيو، نہ، تہ...“

”نہ تہ؟“

”تنهنجو مسافر منزل تي لاهڻ کان اڳ اسين واپس
ڪٽي ويندا سين.“

* * *

مسافر منهنجو، منزل تنهنجي! خوب، هئي نه ڏک
جي ڳالهه! اسان ته زخمن جي زنجير ۾ جڪڙيل
هئاسين، ان ڪري ڳڌ هئاسين. ونڊي ورڇڻ ۾ تـہ
ڪڏهن اهو به خيال نه رهيو هو ته ڪنهن جي حصي
جا ڳوڙها ڪنهن جي اکين ۾ ٽا اچن! ۽ هاڻ......
پنهنجي احساسن جي ملڪيت ۾ منهنجي حصي جي
گنجائش نه رکي هيئي. مون کي ڏار ڪري منزلون پاڻ
ڏي سيري، مسافر مون ڏي ڏڪيا هيئي.

ان رات پهريون دفعو، سچ علي پهريون دفعو،
اڪيلائيءَ ۽ اباڻڪائيءَ جو احساس ڇريءَ جيان ڇاتيءَ
کي چير ڏيئي ويو هو. هرو ڀرو بابـي جون زيادتيون
ياد آيون، اسان، جنهن کي اکين سان ڪڏهن ڪونه
ڏٺو... ان جيءَ ممتا جي ڪشش يـاد آئي، ۽ الاءِ
ڇا ڇا ۽ کهڙن ڏنجهه ڏيندڙ احساسن رات
جي ڳپل حصي تائين سمهڻ نه ڏنو هو.

روح کي رهڙيندڙ اڪيلائي جو پهريون احساس!
مون ڇاتو ٿي علي ته ايندڙ پل اذيت جي احساس
سان زندگيءَ کي ”سي، سا“ جي ڪيڏ بنائي، بهرحال
ايندا. جيون ۾ ڌرتيءَ جيان ڀرپور ورها ڱو ٿيندو. هڪ
خط استوا جو فرضي خط اڌ ڌرتيءَ کي لهسيندڙ لڪن

۾ ويڙهي ڇڏيندو، ۽ بي ڪي ٽڏين هيرن ۾ هڪاري
آنربون قطب روشنين جي راڄ ۾ ٽيندو، اوپرين ۾ اونده
جا اوڙاهه سمجندا. جيون 'سي - سي' جي راند جيان ٻاڻ
ٻنهين کي مخالف ڏسن ۾ ورهائي، هڪ پلڙي جي هيٺ
ٿيڻ تي ٻئي ٻيو پلڙ مٿي اڀرندو. سون کي پڪ هئي
ته ڪا زبردست تبديلي، جنهن ۾ زندگيءَ جي ڇهيل
پروگرام جي جاءِ تي ڪو نئون پروگرام ڇيڙيندي. ضروري
نه آهي ته اهو پروگرام من پسند "الميه گيتن" جو ئي
هجي، جا اسان جي اڳ ڪڏهن 'طئه شده' پسند هئي.

* * *

فائنل ايئر مشغوليت جو سبب بنجي ويو. تو سان
روز ڪيفٽن ۾ ملڻ ٿيندو هو، پر گفتگو ڪڏهن ذاتي
نوعيت جي نه رهي. گهڻي ڀاڱي ڳالهيون ڪورس،
ڪتاب، اهم ۽ غير اهم امتحاني سوالن جي چند چاڻ
۾ ئي نلرنديون رهيون. شخصيتون جي ڪڏهن هڪ
ٻئي جي التفات جي نظرن کي دلين جو ڏڌ سمجهنديون،
هاڻي سرد مهريءَ ۽ بي ڏيانيءَ جي اڻ پورن ۽ مبهم
سلسلن ۾ ئي وچڙنديون رهيون.

اندر جا اڌما ڪڏهن زبان تي نه آيا. البت اندر
جي ولوڙ ۽ وڳوڙ جو نتيجو اهو نڪتو، جو روز اڌ
ڪلاڪ، جو هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ۾ من تي
ڳرو ڳرو ٿيو گذرندو هو، مختلف بهانن سان ڪڏهن

آءُ تہ ڪڏهن تون ڪلاس ۾ رهيل ڪم پورو ڪرڻ ۽ امتحان جي ويجهڙائيءَ ڪري سنهن ڏيڻ لاءِ صرف ڪرڻ لڳاسين.

ذهني ڏڪار ۽ ڏوتڙ جي ان عالم ۾ ڪتابن 'رفيوجي ڪئمپ' جو ڪم ڏنو. اڌ ڪلاڪ جي پابندي بہ ان بهاني معاف ٿي وئي. ذاتين جي قيد ڪلاسن ڌائين ئي محيط ڪري ڇڏيو. ڪڏهن اگر پلجي relax ڪرڻ لاءِ، ورانڊي ۾ چڪر ڏيندي، هڪ ٻئي کي ڏٺوسين بہ، تہ گفتگو 'هلو- هلو' کان اڳتي نہ وڌي.

ڪسمپرسيءَ جي ان مسلسل ڪيفيت ۾ تجربو، جو مون حاصل ڪيو، اهو هيءُ تہ پناهگرن ٿيڻ پوڻ سان، ماڻهو سري ڪونہ ٿو، هو باقاعده عام ماڻهن جيان جئي ٿو. پنهنجي جيون کي ڪري پوڻ جي احساس کي سيفي ۾ لڪائي، هو باقاعدي ڪلي بہ ڏو ۽ ڪائي بہ ٿو. اهو ڪو خاص ۽ اهم تجربو نہ هو سنهنجو پر مون کي ان اديب تي پيار آيو هو، جنهن چيو هو تہ ”جيون جي ٽريجڊي جو نالو پارن الائي چو 'تجربو' رکي ڇڏيو آهي، جڏهن تہ ڪائنات جي اسرارن ۾ 'موت' بہ تہ هڪ تجربو ئي آهي.“

* * *

”اڄهو هيئنئر، هن پل، قوت جو آخري قطرو ڪرڻ ڪانپوءِ بہ آئون عام ماڻهن جيئن زنده آهيان.“ اهي لفظ اڄ شايد ڊپارٽمنٽ لئبريريءَ جي ڪتاب جي هڪ

ڪنڌ تي پينسل جي نشانن اڪرن ۾ ڊُبل ڊبل، پر شايد زنده هجن!

هڪ ڳالهه۔ آئون ۽ شمي سوڪل مهل لئبريريءَ وچ لاءِ بس ۾ ويٺا هئاسين. تنهنجو الائي ڪهڙو موڊ ٿيو، چٽ تي لکي موڪليئه، ”پڙو اٿم روشنيءَ کي گهورڻ سان نفسياتي قوت وڌي ٿي. اڄ پوري ۹ لکي ٽيڙوءَ کي گهوريندا هئاسين. صبحاڻي After effects لکي ڪٽي اچجانءِ.“ مون چٽ پڙهي، ڪلي شميءَ ڏي ڪئي. شميءَ چيو، ”اهو ڪتاب ته مون ئي عليءَ کي ڏنو هو، جنهنمان هن اهو طريقو پڙهيو آ. ۽ پروگرام صبح ئي مون سان رٿيو هئين“.

الائي هيڪر وري ذهن کي ڪو بي نانءُ ايذاءُ!

پاڻ کي سمجهايم به سهي ته براڊ مائنڊيڊ ٿي وڃان دنيا وسيع آهي. دوستيءَ جهڙي هم گير جذبي کي حبيب بئنڪ بنائي، ڪنهن هڪ سانLimited نه سمجهه، پر الائي ڇو ڇريو ٿي پيو هو سنهنجو من efter effects الائي ڪهڙا ٿين ها! في الحال ته Side effects اهڙو ستايو، جو ان ڏينهن بس مان لهي هاسٽل تائين پهچندي الائي ڪيترن رڪشا، ٽانگي ۽ گاڏين وارن جون ڇڙٻون سٺيم ۽ ٽيڙون کاڌم۔ بهرحال اهو معجزو نه هو، جو آئون سلامتيءَ سان ڪاربڊور جون ڏاڪڻيون چڙهي ويئي هئيس. هڪ مصلوب به ته ٽڪاس تي چڙهي ئي ويو هو، باقي زنده و سلامت آڪاس ڏي اڏري وڃڻ

مقدس نبين جو حصو هو. آئون ته معمولي ماٺهو هئس ۽ مون کي مرڻو هو، بقول تنهنجي انتهائي بوگس انداز ۾. بني ڏينهن.

ڪئمپس ۾ گهڙي ٿي شمي عرض ڪري پڇيو، ”رات ڇا رهيو پنيور؟“

”تنهنجو ڇا رهيو؟“

ورائيائين ”مون کي دير ٿي ويئي، ان ڪري مون خبرون ٻڌيون.“

چيم ”ڪمال آ.“

”خير علي اچي ته ان کان پڇون.“ جواب ڏنئين.

”اهو هينئر هينئر ڪلاس ۾ ويو آ. مزي واري ڳالهه ته ڪيس سري کان پروگرام ئي وسري ويو.“

ان وقت، ان ڏينهن جي ئي تاريخ سان، لئبريري جي ڪتاب تي ڪجهه اکر لکيا هئم“ اڄهو هينئر... هن پل...“

اهڙا ڪيئي ٻيا ڏيائين جا واقعا هئا، جن مون کي توکان شاڪي ڪيو ۽ تون چپ چاپ شڪي ٿي، پر مان لنگهي ويندو هئين. ڏک ڏوراپا، شڪوه شڪايتون ڪرڻ نه مون کي مناسب لڳيون، ۽ نه ئي آئون عادي هئس، هوئش به جتي شڪ شبهات جاءِ والارين، اتي شڪوه شڪايت يتيم ٻارڙن جيان چپ چاپ ذهن جي گوشن ۾ سمهي رهندا آهن.

* * *

اسٽوڊنٽس ڪميونٽيءَ ۾ تنهنجي ۽ شميءَ جي affair جي خوب ڌوم هلي. سڄي ڪئمپس ۾ جتي تقريبن هر منچلو شاگرد پاڻ کي پيو پتوڙيندو هو توکي The winner سمجهي، پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ سائنٽيڪو ٿي ويو. البت ڪئمپس ۾ اوهان ٻنهين جا چرچا پکڙين خاص ۽ پوءِ عام ٿي اڏري ويا. ۽ ڏرتيءَ کي ڪو خاص ڏوڏو ڪونہ آيو. خود آئون بہ ڪيترا دفعا توکي ۽ شميءَ کي ايندو ڏسـي پنهنجو رستو مٽي نٿين وات وٺي ويئي هونديس.

انيڪ سوال هئا، جي جواب جي انتظار ڪان اڳ ئي ايري ٻڌتر ۾ لڙهي ٿي ويا. سوال هو- ڇا شميءَ جي جواني دوستيءَ جي وچ ۾ ديوار بنجي وئي؟ ڇا اسان مان ڪنهن هڪ جي غلط Approach غلط فهمين کي فروغ ڏنو هو؟ اسان کي هڪ ئي وقت پنهنجا پنهنجا تعلقات نڀائڻ جو طريقو نہ آيو؟ يا پنهنجي پر اسان خود ڪفيل ٿيڻ سکي ورتو هو، ۽ مزيد ڪنهن سهاري جي گنجائش باقي نہ رهي هئي؟- بظاهر اهي چار سوال الڳ الڳ نظر اچي رهيا هئا، مگر انهن مان هڪ لفظ 'يا' جي ديوار ڍاهي وجي، تہ چارئي سوال هڪ ئي سلسلي جون ڪڙيون نظر اچي رهيا هئا ڏک هو تہ فقط اهو هو تہ 'دوستي' ڪنهن هڪ سوال جي عتاب مان نہ، پر انهن سڀني عزابن جي ڪيفيت مان لنگهي رهي هئي ۽ اسين پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ

سڪون جو ڍونگ رچائيندي، اوهين اکين سان هڪ
ٻئي ڏانهن ڏسي مٺي ٽي وڃاسين. اسان کي هڪ ٻئي
پنهنجا پنهنجا تعلقات نڀائڻ لاءِ جو سليقو نه آيو. ان
جي جوابداري سون توتي وڌي. سون جو ڪجهه چاهيو
هو، اهو تو نه چاتو ۽ جو تو چاتو، ان اسان ٻنهين
کي هڪ ڪان بيگانو ڪري ڇڏيو. محبتن ۾ بيگانگي
اتساه جو قسط وار سوت آهي، جنهن جو توکي شايد
تجربو ڪڏهن ناهي ٿيو.

* * *

سچان ٿي ڪائنات جي طلسم ۾ حسن جي رعنائي
بيحد هوشربا آهي. روح جي تمام تر رازن ۾ سڀ کان
اڳ انعام ايندڙ شمي ته محض هڪ علامت هئي،
جنهن تنهنجي اندر جي فطري سرڪن کي سوجهه ٻوجهه
۾ آڻي اڏاريو هو.

اهو بيحد سياويڪ آهي- حسن، جسم ۽ محبت!
سوال هو ته فقط ماحول ۽ مناسبت جو. اندر جي ٻڪ
ڪنهن به نوع کان فطري آهي، سوال هو ته فقط ٺاري
ٺاري ڪائڻ جو.

سون چاهيو هو ته تون انهن سياويڪ احساسن کي
ضرور اپنائين ۽ نڀائين. توکي منزل ضرور ملي، ۽ تنهنجي
ڪامرانين ۾ آئون به ضرور شامل رهان. منهنجيءَ اجازت
کان سواءِ تون ڪا سوچ به سرجين نه ڏين ۽ آئون
توکي ري گهرئي اهي اجازتون نه ڏيان، جن کي چاهڻ
لاءِ تون لفظ به اچان نه ڏين.

پلا جوانيءَ ۾ ڪو ٻاڙو سامهو چلڪندا رانديڪا
ڏسي روئڻ لڳي ۽ هن جي اکيان رانديڪن جا ڍير
ڪجن، ته هو يقينن رئندڙ ڪلندڙ ريشمي بدن واري
پوري ئي ته ڪٽندو. پر ڪير تو ايڏي ڏکي لانئي
ويچاري، سڄي حيات پٽ جهڙ ۾ نبري، اوچتوئي اوچتو
ڪو ستل سلو سرجي پور جهلي. هر سُو ڪچي خوشبوءِ
شين ۾ واسو ڪري. اهڙي سمي پراڻن پيچرن کي ڪير
ياد ڪندو؟ شايد ڪوئي به نه. دکدائڪ حقيقت اها
ته علي به نه، بلڪ علي ئي نه.

* * *

ان ۾ رڻ جي ڪا ڳالهه ته نه هئي. پر الائي
ڇو ان ڏينهن فائنل ايئر جي شاگردن جي فائنل پڪنڪ
واري ڏينهن بيوقتي بيمار ٿي، ڊڙجي پئي هئس. جڏهن
تو ۽ شميءَ نهر تي ڪاغذي ٻيڙين جي ريس ٿي پچائي،
تڏهن مون سوچن جي سمنڊ ۾ پنهنجا ٻيڙا ٿي ٻوڙيا.
بيمار جسم کي هنڌ، اپڪنڊئين جو چار لڳو هو.
روح رتوڇاڻ، سنجهي ويل آڪاس هيٺان وڃي ليٽي
هئس ته اک وڃي ٽيڙوءَ ۾ اٽڪي هئي. هر سوچ جو
سلسلو ڪٿان نه ڪري، ڪٿان به ڪري، وڃي ٿي
تنهنجي دڳ نڪتو. ٽيڙو ڏسيو پڙائن جا پرتوو پولار
۾ پٽڪي پٽڪي ٿي ويا، ۽ الائي ڪهڙيون ڪهڙيون
يادون دڳ جهلي بيهي ٿي رهيون.

آئون ته هونئن ئي هميشه جذباتي رهي آهيان،
دوستيءَ جي معاملي ۾ دماغ جي بدران هميشه دل سان

ٻڌڻو هوم. نتيجو ظاهر هو. شخصيت اندران ئي سرجي
پرڻ تي وئي، پر بقول ڪنهن جي اندران ڦسي
شخصيت حفاظت لاءِ ٻاهران خوديءَ جا خول وڏيڪ
مضبوط بنائيندي آ، سو ان شام ان سوچ ۾ ته، جنهن
لاءِ مرجي سو ڪانڌي ٻه نه ٿئي، پيٽو ڪفن جي ڪمٽ
ڪيو بيٺو هجي، ڪجهه نون فيصلن کي پنهنجو ڪرڻ
جو سوچيم. نوان فيصلا بيحد بهادريءَ ۽ برداشت جا
هي هيڏو آپي جو ايمان، هي اندر ئي اندر رت جا
گوڙها ڳاڙڻ، پلا من اندر ڪا بلڊ بئنڪ ته نه هئي،
جنهن ۾ سانيي وڃان ها اهي گوڙها.

آئون پنهنجن نون فيصلن تي ايتري ڪاربند ضروري
رهي هئس، جو ٻي ڏينهن جڏهن تون ۽ شمي وات
ٽوڪائيءَ خاطر روم ۾ لنگهي آئيو ته مون بلڪل نارمل
behave ڪيو. شايد تي سگهي ٿو، ان ورتاءَ ۾ ڪجهه
بي ڏياني ۽ نخوت پڻ شامل هجي. مون کي خبر هئي،
اها پڪنڪ پريزيڊنٽ هئڻ جي حيثيت ۾ تو خاص
پنهور ۾ arrange ڪئي هئي. شميءَ مذاقا ياد ڏياريو،
”ڪيڏو مزو اچي ها. جي تون به ساڻ هجين ها. عليءَ
جيءَ پڪنڪ خاص تنهنجي نالي پوربان پنهور ۾ رکي هئي.“

مون لنوائيندي نخوت سان چيو هو، ”ٺيڪ آ پئي.
اسين به اوهان کي اوهان جي ڏالي پوربان حضرت عليءَ
۾ قدم شريف گهمائي ايندا سين. اوهان اسان لاءِ وقتي

وندر ڪئي، اسين اوهان کي دائمي سرور ڏينداسين،
هوءَ اوهان جي خيرات هئي، هيءَ اسان جي بخش ڏيندي
ڪيئن آهي نه ___، ليڪو چوڪو برابر؟" ڳالهه ڪري
هڪ نظر توڏي اڇلايم. ڏٺم تنهنجو منهن رنگ هاري
ويو هو.

* * *

ٻئي ڏينهن ميٽرن جي گهر تو فون تي ليلڙائين جي
اندر ۾ ڇيو هو، "ڪڏهن ته ڇئو ٻنپور، پرين تنهنجي
پيار ۾ ليڪا ڪهڙا ڪيا!"
"ڪهڙن ليڪن جي ڳالهه تو ڪرين؟ ليڪا ڪڏهن
ڪو لهي ويا. انسان هئڻ جي ناتي آئون به ڪجهه
حساس آهيان ۽ حساس ماڻهو دل جي دفترن ۾ ليڪو
چوڪو پورو رکڻ جا عادي هوندا آهن." سون بناالخلاق
جي وچان تنهنجي ڳالهه ڪپي ڦون رکي ڇڏي.

ٻه مهينا موڪلن جو طويل عرصو اسان هڪٻئي
جي بيخبرائيءَ ۾ گذاريو. ان وچ ۾ شميءَ سان ڊپارٽمينٽ
۾ سلپ وٺڻ جي سانگي هڪ دفعو ملڻ ٿيو به سهي،
پر ان سچائيءَ سان نه ملياسين، جا بيتڪلفيءَ کي جنم
ڏيندي آهي. ڪائنس خبر پئي ته اوهين ٻئي ٻاڻ ۾ ملندا
رهندا آهيو.

شميءَ ٻڌايو "توسان ملڻ لاءِ ڏاڍي دل هئي، پر
موڪلن جي آخري ڏينهن تي، جڏهن عليءَ چيو هو
"ٻنپور موڪلن ۾ ملندينءَ؟" ته جوابا تو چيو هو ته

"فائنل ايئر جي تياري ڪنهن وٽ وڃڻ يا ڪنهنجي اچڻ جي اجازت ئي ڪٿي ٿي ڏي! ان ڪري باوجود دل جي توسان ملڻ ٿي نه سگهيو."

آخر ۾ شايد شميءَ هڪ ڀيرو ٻه سوال به ڪيو هو، "اوهين ڀاڻ ۾ ڇو رٺا آهيو ڀنهور؟"

آئون سڪي ڳالهه لنوائي ويئي هئس "توسان ته نڪي پرتل آهيون ڀئي!"

ان ڳالهه جو اعتراف اڄ مون ڀاڻ سان به ته ڪيو هو ته آئون توکان رٺي آهيان. لڪلوتيءَ ۾ درگذر ڪرڻ جي سرد جنگ تو ڀاڻ جوتي هئي. نوان پيار ڀالي، انهن کي Privacy ۾ لڪڻ تو سکيو هو. نه ته آئون ته هر دستڪ تي آتي ويئي هئس، ته اجهو اجهو ڪوئي ايندو، اچي مون کي پنهنجي پيار ۾ شامل ڪندو، پر تون نه آئين. ڇڻ ٻه مسافر ڪنهن پليٽ فارم تي ڀاڻ ۾ مليا، ملي ويئا، هڪ جي ريل آئي، پنهنجي مسافر کي ڪٺي، منزل ڏي رواني ٿي. ويندڙ مسافر هلندڙ گاڏي مان ڪٽ تو مڙي پٺيان نهاري، ته رهجي ويل مسافر تي ڇا گذري؟

* * *

موڪلون آيون ۽ ختم ٿي ويون. فائنل ايئر جي شاگردن لاءِ ڇڻ ٻن هفتن لاءِ زندگي اچي وئي، ان کانپوءِ هر شاگرد کي، يونيورسٽيءَ جي فضا کي ڇڻ هميشه لاءِ خيرباد چوڻو هو.

شاگرد ساڻي لئل لئل منهن سان هڪ ٻئي لاءِ عقيدت جو اظهار ڪندا رهيا. هڪ ٻئي ڏانهن جذباتي لکيل رمارڪس، ننڍا ننڍا تحفا، پنهنجي هٿ اکر لکيل دعائيہ جملن سان پنهنجي پنهنجي وت آهر برمعني محبت جا ننڍڙا ننڍڙا اظهار!

يونيورسٽي ڪلاڻ جي پهرين ڏينهن ٿي تو چيو هو "پنيور توسان اڪلاڪ ڳالهائڻو آ. پيپر ڏئي سون سان ضرور ڳالهائجانءِ."

پڇيم "کهڙو ڪم اٿئہ؟" جو ڄاڻيو هوم، شايد دوستيءَ جي پراڻي سردي کي ماضيءَ جي ملبي سان کوٽي، آڪسيجن ڏيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندين.

تون منهنجو نارمل انداز ڏسي، ڪجهہ اداس ٿي وئين. چئہ "ايڏي نارمل آهين! تو شايد هرشي وساري ڇڏي آ، ڪينٽن جي ڪنڊ، بوگس بڪواز، ٽيڙوءَ جو ٽمڪو."

" ذهني سڪون خاطر تلخيون وسارڻ ثواب آ. ثواب ڪمائڻ خاطر تہ انسان انسانن جو ٻليدان ڏيندا آهن. مون تہ صرف تو جهڙي بلنڊر ماڻهوءَ کي ڀلائي..."

ٻاڻ لاءِ بلنڊر جو لفظ ٻڌي، تنهنجو منهن ٽامڻ هٽي ويو. مان توکي تنهنجائي لفظ واپس ورائيندي ٻڌايو "اڄ مون کي بيزار نہ ڪر، جو هينئر مون کي ڪوئي ياد نہ پيو اچي... ڪوئي ياد نہ پيو اچي مون توکي واقعي وساري ڇڏيو آهي..."

بهرحال گذريل واقعن کي قلمبند ڪرڻ جو ڪو واحد مقصد ڪهاڻيءَ جي تخليق نہ آهي. سنڌيءَ ۾ جڙيل ڪهاڻيون واريءَ جي لڏونءَ جيان پيري پوندي آهن. پر ڪڏهن ماضي درد جو درياهہ بڻجي، ذهن جي بنجر ڌرتيءَ کي رانگي ويندو آهي. سٺيون سلن جيان سرجڻ لڳنديون آهن ۽ ماڻهو پنهنجيءَ تخليق ڪيل سڃاڻ جي سراب جي هيڪر وري پڪڻ لاءِ تازه دم ٿي ويندو آهي.

اڄ يونيورسٽيءَ جي ماحول ڇڏي ڪي سال ٿيا. تنهنجو خيال ڪڏهن پلجي بہ ذهن ۾ ڪونہ آيو. ان وچ ۾ اسين شهر ڇڏي ڳوٺ آياسين. ڪنهن ڪم سانگي شهر اچڻ ٿيو بہ سهي، تہ بہ توسان ملڻ جو ڪڏهن اشتياق ئي نہ اڀريو. ايتريقدر جو ان آخري ڏينهن فيئرويل پارٽيءَ تان سوچيندي، جڏهن توکي پوريان بس ۾ جاءِ نہ ملي (يا جاڻي واڻي اڳيان بيٺو رهين) تو چيو "رڳي آهين؟ پرتل هجون ها تہ هڪ ٻئي کي دوست سمجهي ئي ياد ڪريون ها. اچا بہ هيئنر سڀ ويچا وساري پرچي پئہ."

"هن جڳ ۾ اهو ناهي ممڪن- جو پل لنگهي ويو، هو پنهنجي پويان عذاب جا اڻ ميا ليکا ڇڏي ويو. عذاب جي وسري وڃن بہ سهي، تہ بہ پنهنجي اندر ۾ اڪريل اهي ليکا رانگي نہ ٿا سگهجن. ٽيڙوءَ جو تمڪو، بوگس بڪواز، ڪينٽن جي ڪنڊ- اهي عذاب

سڀ درگذر، پر پنهنجي من جو، هڪ حصو هميشه
لاءِ پورو ٿي ويو، ان جي تلافي؟"

لهندي لهندي چيو هئائين "آءٌ دعا ڪندس پنهور،
اسان جت به هجون، خدا ڪري خوش رهي سگهون."

لفظ "اسان" مان منهنجو حصو ڪي ويو. بي ڊيانين
جي ڪتاب ۾ آيل ماڻهو دعائن ۽ بددعائن جي اثر
کان بي نياز ٿيندا آهن" جواب ڏيڻ کان اڳ ئي
تنهنجو اسٽاپ اچي ويو هو ۽ تون ڪجهه چوڻ جي
ڪيفيت ۾ منجهي هيٺ لهي پيو هئين.

بس جو اهو آخري سفر هر شاگرد کي پنهنجي
اسٽاپ تي لاهيندو اڳيان وڌي منهنجي هاسٽل تائين
پهچي ختم ٿي ويو.

امتحان آيو ۽ ختم ٿي ويو. ڪاميابيءَ جي ڊگري
ساڻ ڪري بابو مون کي هاسٽل مان ڪڍي گهر جي
ڪنڊ ۾ قيد ڪري، وري ڪنهن بيءَ دڳ گم ٿي ويو.

بهرحال ڪنهن امتحان مان ڪاميابيءَ جي ڊگري
هٿ ۾ اچڪائي، ماڻهو خوش خوش نڪري ايندو آهي
۽ ڪنهن امتحان مان چپ چاپ گذري، صرف قوت
برداشت جا ڪتبا ساڻ ڪري موٽي ايندو آهي. بقول
موهن ڪلپنا "اهو کهڙو ڏينهن آهي، جڏهن اسان
جي سن جي ڪنهن ڪوسل ۽ عزيز پوا جو موت
نه ٿيو ٿئي. اڄ منهنجو من زندگيءَ جي سڀ کان وڏي
'شوڪ سڀا' آهي." سو ان جي قبرستان تي خاموشيءَ

جا ڪتبا ماڻ ڪري جيسين جي سگهبو، تيسين ته بهرحال جيئبو رهبو. پوءِ نيٺ ته مٽي مٽيءَ سان ملي وينديءَ. انسان فنا ۽ هر شئي ويران بڻجي ويندي. اهڙي سمي قبرستان جي خاموش گذرگاهن ۾ جڏهن چنڊ جي چڪيا ويرانا واسينديءَ، تڏهن هڪ نربل روح پاڻ لڪائي ٻـي جوڻ سٽيندو. هو پنؤر بنجي ڏنـل آستان ڳوليندو. وڻـل بستيون هن ڪان پري پڇنديون. اها ڪهاڻي ورهين ڪان ورجائبي ايندي، پـوءِ بـه تازي رهندي. نيڙوءَ جو نمڪو ڪڏهن به ختم نه ٿيو. پنؤر جي آتما ڪڏهن ٻـ سڪتي نه ماٽينديءَ، جـو مسلسل محبتون ٻن دوستن جي وچ ۾ وڇوڙو بنجي ويون وار جيڏيءَ وڏ تان، رنا پاڻ ۾ ٻهر پرچڻ لاءِ.

# تخليق جو موت

هميشه جيان هيئر بہ عيد آئي ۽ گذري ويئي — دستور موجب هن عيد تي بہ صوفن ۽ ڪشنس جا ڪور بدليا هئا — قالين ڪي چنڊڪو لڳو هو، ٻئيون چنڊيون هيون، پردا مٽيا هئا ۽ رڌڻي ۾ سڳداسي چانورن جي هٻڪار ڀڪي هئي.

هستيءَ جون اهي ننڍڙيون ننڍڙيون ڳالهيون ڏاڍيون ويساه جوڳيون آهن، جو هميشه ورجائبيون آيون آهن ۽ ورجائبيون رهبيون.

ننڍڙيون ننڍڙيون ڳالهيون، هلڪيون سلڪيون يادون، مٺڙيون موسمون، پيارا دستور ۽ سڻيون رسمون — ڪيڏيون نہ ويساه جوڳيون آهن اهي شيون — باقي بي ويساه ڪير آهي تہ ساه جي تند — جا تتندي ويرم ئي نٿي لائي!

سو هن عيد تي بہ هر ڪم ائين ٿيو هو جيئن هميشه ٿيندو آهي. باقي ناهي ڪير تہ عزيز!

عزيز منهنجو دوست هو. دوست بہ هيئر ٿي چوانس جو آءٌ بہ ٻين وانگيان مٿلن جي پڇاري آهيان. باقي اڳين اڳيان هوندو هو تہ دشمن ڪري ليکندي هئي مانس! ان ڪان پوءِ منهنجي ۽ عزيز جي وچ ۾ ٻيو بہ رشتو هو. آهو هي تہ عزيز منهنجي ماءٌ جي ماءٌ جو پٽ ۽ منهنجي ناني جو همشڪل هو. ان

ماڻ ثابت ٿيو تہ هو منهنجو ماسو بہ هو، پر خير ماسو منهنجو ان ڪري هو، جو هو منهنجي ناني ۽ نانيءَ جو پٽ هو- باقي سچ پچ هو منهنجو دوست هو.

عزيزڪي عزيز ڪري هاڻي ٿي سڏيان جو منهنجي اکين اڳيان ناهي. باقي ساهون هوندو هو تہ هميشه "يزيد" ڪري ڪوٺيندي هئي ماڻس، جو هميشه پيو اکين ۾ اٽڪندو هوم.

سندس عمر اڄ ڪان هڪ سال پهرين ايتري هئي جيتري هينئر منهنجي ۽ منهنجي عمر تڏهن پورا پنجهويهہ سال هئي. اسان ٻنهي جون عمريون ساڳيون، ذائقا ساڳيا، عادتون ساڳيون ۽ نوڪريون بہ ساڳيون ٿي هيون- ڄڻ ٻئي هڪ جيڏا هڪ جيان ۽ هڪ جهڙا هئاسين. باقي فرق ڪو هو تہ حالتن ۾.

انگريزي محاوري مطابق عزيز بہ "وات ۾ سونو چمچو" ساڻ ڪري ڄائو هو ۽ ماڻ بہ، پر مونکي اتفاق سان حالتن مات ڏنو سو منهنجو 'چمچو' قائم رهيو، باقي عزيز جو 'چمچو' ڇڏائجي ويو. تڏهن، جڏهن عزيز اڃا پنڌ ڪندڙ مس هو. اسانجو نانو مئو تہ عزيز بہ ڏترجي ويو. رکو سکو ڪاٺي نپنو. هميشه هاسٽل ۾ رهيو ۽ ڏڪا ٿاٻا کائي پڙهيو. سو ننڍي وهيءَ ۾ جو چمچو جهلڻ ڏانءَ نہ آيس تہ وڏو ٿي بہ عزيز ٻنهنجيءَ پر ۾ اهو سونو چمچو وري ڪڏهن نہ سنڀريو.

اسان ٻئي تعليمي ميدان ۾ ڪڏ ڪڏ هلياسين. منتر
ڪان وٺي ايم. اي تائين. عزيز هميشه پرائيويٽ ئي
پڙهيو. جو اسي ريهن جي ماستري سان ٿو ڌنڌو به
ڪو چرچو ته ڪونه هو نه؟ ۽ جڏهن ايم. اي ڪئي
سين تڏهن هيڪر وري اڪيلي سر سوا ٻن سو رپين
جي نوڪري وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سو جيئڻ ڪاڻ
عزيز به وسان ڪين گهٽايو هو، ۽ تڏهن مان به
ساڏن ڇئن سون جي ماستري وٺڻ ۾ ڪٿي وئي هئس ڪانئس.
عزيز رهندو ته ڳوٺ جي هاسٽل ۾ هو، پر نظر
ايندو هو هميشه حيدرآباد ۾. ڪنڊ جو جهاز جيڪر
ٻڌيم ها ته به ايترو رنج ڪونه محسوس ڪريان ها
جيترو عزيز ڪي ڏسي رنجبي هئس دل ۾.
جڏهن به در پٽ، سامهون عزيز ته هوندو ئي
هوندو هو. ڪڏهن ڇوندو هو، ٻگهارن جا بل پرائڻ
آيو آهيان، ڪڏهن ٻارن جي ڪتابن وٺڻ جا ڪارڻ
ڏسيندو هو ته ڪڏهن شاگردن جي يونيفارم ٺهرائڻ
جا سبب ٻڌائيندو هو. پر منهنجو ذاتي خيال هو ته
انهن سڀني شين ڪان سواءِ اهم سبب جيڪو ڪيس ٻئي
ٽئي ڏينهن سفر جا سور سهڻ لاءِ آماده ڪندو هو، آهي
هو سندس پڪچر ڏسڻ جو شوق.
آءُ ڪيس ايندو ڏسي فورن وڃي لڪندي هئس پنهنجي
ڪرت ڪي. جلدي جلدي فرج ڪي تالو ڏيئي چاٻي
وڃي رکندي هئس وهاڻي هيٺ. پوءِ باٿ روم ۾ وڃي

کيٽ سان صابڻ تيل، ڏندي پيسٽ، ٽوال ۽ اهڙيون
ٻيون شيون ڪڍي انهن جي جاءِ تي ڪو 'هالوچالو'
سامان رکي ڇڏيندي هئس.

اهو سامان به سندس محبت ساري ڪاڻ رکندي هئس،
پر ان لاءِ جو مري ڪان ماٺ هيٺن ڪاٺيءَ نه
ڏسندو ته پڪ ڇڏيندو هو ته اهي
شيون مون ئي ڪٿي ڪتي گول ڪيون آهن پوءِ
ڪنهن نه ڪنهن طرح اک بچائي منهنجي روم سان
اهي شيون تڳاڙي وٺندو هو.

منهنجي ڪا هرو پرو سائس دشمني صرف دشمنيءَ
ڪاڻ ڪاڻ هئي، پر سندس افعال ئي اهڙا ڇپار ڇٽا
هوندا هئا. اهڙو سڌاترو، جو صابڻ ڪنئين ته سڄي
چڪي پيرن تي ئي لائيندو هو. ڇئن ماڻهن جي پيسٽ
هڪ ئي وقت پوري ڪندو هو. تيل جي ٽيسين جند
نه ڇڏيندو جيسين وچي باقاعدي ان هر ٽيي نه ڏي.

منهنجو خيال هو ته، عزيز اڳوپوءِ حيدرآباد ۾
ئي اچي ٻاڻ ڪي ٺاهيندو جوڙيندو آهي باقي جيترا
ڏينهن ڳوٺ هجي اوترا ڏينهن اتي اها خجل ڪري
ئي ڪاڻ. سومون ڪي ايندي هئي سندس انهن ڳالهين
ئي مئيان هڪڙ به ته اهڙو ئي هو جو پري ڪان ئي ايندو
ته واڪڙ واڪڙ ڪيون ايندو. هلڻ مهل بوٽ جون
ڪڙيون ايڏو ته زور سان وڄائيندو هو جو اڌ ميل تان
سندس اچڻ جو اعلان ٿيڻ لڳندو هو.

ماڻيءَ جي ميز تي مجال آهي جو ڪير ماڻي- ڪائي ساڻس پيٽ پري! چڱي خاصي ميز جي روماني ماحول تي، چڪڙ چڪڙ جي آواز سان، پاڻي ڦيري ڇڏيندو هو.

سندس انهن ٻي ٽالي روش ڪري گهرجي باقي ماڻهن جي عام طور ۽ منهنجي ساڻس خاص طور ڪانهه ٻڌندي هئي. سانت سان ته ڪڏهن وڻنوئي نه. ابهڙو ئي ڪڏهن هن شيءِ ۾ هٿ وجهندو هو ته ڪڏهن هن شيءِ ۾.

هيڏانهن هوڏانهن ڏسي گهڙندو هو ڊرائينگ روم ۾. صوفه تان ڪشن کڻي رکندو هو سيرانديءَ هيٺ. ڳوڻان آندل بوٽ ۾ گپ جا گارا اچي رڳائيندو هو قالين تي. پوءِ سرو رکندو هو پٽ تي ۽ پگهرهاڻا پير وري صوفه تي. ماني کائي هٿ ته ڪڏهن ٽوال سان اگهيئين ڪانه- پائيندو هو ته ٻتيون ۽ پردا آخر ڇا جي ڪاڻ آهن. آءُ سندس انهن ٻي ڍنگين تي ويهه دفعا ٽوڪي ٻه چڪي هونديس، پر ڪيس ڪو اثر ئي نه ٿيندو هو. هميشه الي ويندو هو، چئي، "ثبوت ڪهڙو آهي ته اهي پٽ تي لڳل نينگها، گادين تي تيل جا ڏيا ۽ ڪورن تي پيرن جا نشان منهنجا ئي آهن؟"

پوءِ ته مان هوندي هئس موقعي جي تلاش ۾ ته ڪيئن ڪيس سڳ سوڌو پڪڙي لڄي ڪريان، جو آئيندي گهٽ ۾ گهٽ ان ريت لڪ ڪرڻ ته ڇڏي ڏي.

سو هڪ دفعو ڪيس موقعي تي جهليو ويو هئو. سندس پان هاڻن - هٿن ۽ پيٽ تي لڳل تازن لينگهن جا فنگر پرنٽس ملائي بطور عيني شاهد، اميءَ کي وٺي آئي هئس جاءِ واردات تي. ثبوت ثابت ٿي وڃڻ کان پوءِ سڌيءَ طرح اميءَ کي ۽ اڻ سڌيءَ طرح ڪيس نوٽيس ڏيندي چيو هئو، "اميءَ جي آئيندي ان ريت، ڪريت ڪئي وئي ته مان ڪيس سڌو ريفر ڪنديس سپريم ڪورٽ ۾ بابي جي اڳيون..." اميءَ کي خبر هئي: اول ته بابو منهنجو ڪيڏو مان رکندو آهي پيو ته بابي وانگيان منهنجي وات تي به گهڙو مٽ ناهي - سوچي اهي خبرون ويون بابي جي ڪن، ته اوڏي جو اوڏي مهل ٽڏي تي ٽي ڪيس 'جاءَ' ڪرائيندو. سوان ڏپ کان اميءَ، ايڏا سخت ڳالهو ڏنا عزيز کي جو غريب سمجهي نه سگهيو هو ته پيٽ ۾ اها ناگوار تبديلي ڪا 'گرفتاريءَ' کان پهرين جي احتياط ۾ 'ضمانت' طور آيل آهي. (beil before arrest)

ڪتابن ۾ منهنجي ۽ عزيز جي ٽيسٽ خاصي نئين ملندڙ هئي. هميشه ڳوٺ وڃڻ کان اڳ ڪلاڪ پهرين منهنجي اڳيان ڦرندو هو. چئي، "فلاڻو ڪتاب ڏي، ريل ۾ پڙهندو ويندس. وري ياد ڪري ڪٽي ايندس".

اهو ظاهر آهي ته ڏپ جواب ڏيندي هئي سانس. پوءِ عزيز هڪڙيءَ تي آهي ٽيءَ تي، جنهن وچ ڳالهه

پهچندي هئي امان جي ڪن. ڪڏهن عزيز کي ڳالهائڻ پوندا هئا ڪڏهن مونکي.

پر گهڻو ڪري اسي ٻاڻ وچ ۾ پئي ڪتاب ونرائي ڏيندي هئس، ان وعدي تي ته ڪتاب هيترن ڏينهن ۾ هيتري حفاظت سان واپس ڪيو ويندو. ۽ پوءِ ته مونکي پڪ هوندي هئي، "ڪجين نه ڪجين ڪتاب ضرور عزيز جو ڪنيل آهي." پوءِ آءٌ سندرو ٻڌي سائس وڙهڻ جا سانباها ڪندي هئس. هتان اچان سنهن کڻندو ئي مس هو ته آءٌ به وٺي ويندي هئي سانس هڪ ئي ساهه ۾.

"يزيد ڪتاب آندءِ" پڇندو هو، "ڪهڙو ڪتاب؟" "اهو جيڪو ان ڏينهن کٽي وئين." بغير ڏني منهنجي لهجي ۾ هرو ڀرو جو اعتماد هوندهو.

ان ڳالهه تي عزيز کڻندو هو قسم. چئي، "امڙ سندو جو سنهن :" پر آءٌ ڳالهه ڪاٽيندي هئي سانس وچ مان، "ڪجين نه ڪجين ڪتاب تنهنجو ئي کنيل آهي". چوندو هو، "مولي علي جو..." پر منهنجو آرڊر صفائي ڪان پهرين ئي اٿو تي ويندو هو، "وري اچين ته ڪتاب کنيو اچجانءِ - نه ته منهنجي طرفان پنهنجي عزت هيٺ مٿي ڀانئج...ٻڌئي...عزت اڳهر ئي پوري سوري اٿئي...جي اها به هلي وئي ته..."

ڊسڪيون ٻڌي پيهر قسمن جو سلسلو چالو ڪندو هو، چئي، "حضرت عباس جو سنهن مونکي ناهي خبر."

۽ سندس انهن قسمن تي ٽيسن اعتبار ڪان ڪندي
هئس جيسين وچين سا ڳيو ڪتاب پنهنجي ڪنهن وهائي
يا صوفي هيٺان نہ ڪيدان، پوءِ ان لاءِ ڪتاب کي ان
زيت لڪائي ڇڏيندي هئس جو عزيز جي اک نہ
چڙهي، ان احتياط کان تہ جي آئينده سڄي پڇي ڪو
ڪتاب ڪڍي بہ ويو تہ ڪيس وري ان رعب سان
دبائي نہ سگهيو.

تن ڏينهن اسين رهندا هئاسين پنهنجي پراڻي جاءِ
۾، جنهنجا چار روم ڇڪي ٽاڻي اسان کي ڏي پورا
مس ٿيندا هئا. بابو ۽ الطاف (منهنجو ڀاءُ) اهن همٿه
جا خلوتي، سو نہ هي ڪنهن جي حد دخلي ڪن ۽
نہ ڪو ڀوئي هنن جي ڪمرن ۾ وڃڻ جي همت يا
حجت ساري.

باقي ٽيس آهي ۽ اسي، سو عزيز ايندو هو تہ
گهڻو ڪري اسيءَ جي ڏي روم ۾ گذاريندو هو.
ڏينهن جو سوڙهو سنگهڙو ٽي ويهاڻو ڇپو ڪري ليٽيو
پيو هوندو هو پينگهي ۾، ۽ رات جو سمهندو هو اميءَ
جي کٽ تي. جيتريون راتيون عزيز اسان وٽ هوندو
هو آهي مڙيئي راتيون اسي ڀٽ تي سمهندي هئي.
۽ مون لي ڏسي ان ڪالهہ تي ونندي هئي ته هوءَ
تہ مون کي ڏسي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني ڏينهن ۾
هڪ دفعو ضرور چوندي هئي، ”ڀٽ تي ڪڏهن ڪڏهن
سمهڻ بہ ڏاڍو سزي وارو ٿيندو آهي.“ ۽ مونکي خبر

هئي ته پٽ تي سمهڻ ڪيترو قدر مڙي وارو ٿيندو آهي خاص ڪري پيريءَ واري هڏ سان.

"آخر امي، تون منهن ڪوڙو ڪري چوين ٿي ته تون پٽ سمهين ٿي لاٽ صاحب سمهين ڪٽ تي".

امي چوندي هئي، "سونڪان ائين نه ٿيندو، سون کي پٽ تي سمهڻ خراب ڪونه ٿو لڳي، پوءِ هرو پرو...؟"

امي کي عزيز جون وري بيون ڳالهيون ڏکيون لڳنديون هيون. هوندو هو هميشه جو دهريو. ڪندو هو سدائين ابتيون سبتيون ڳالهيون. پاسي کان ويهي فضيلت سان ڪا ڳالهه ڪرڻ ته ڄڻ سکيوئي نه هو. پاسي کان ويٺل ماڻهوءَ کي ڏڪ هڻي هڻي اصل ايڏو ته ڪٽ ڪندو هو جو آءٌ ڪانئس سنجيدگيءَ سان پڇندي هئس، "عزيز تون ڪٿي اڳئين جنم ۾ بينڊ ماستري ته نه ڪئي آ؟"

هڪ هند ويٺي به ايڏي چرپر ڪندو هو جو ڪل ڪل ۾ صلاحون به ڏيڻ لڳندي هئي مانس، "بس پائي، جي انهن Random Activities کي ڏورو به Arrange ڪرين ته بينڊ ماستر سان گڏ ڊانس ماستر به ٿي سگهين ٿو. پنهنجي خاندان جو منهن مٿي ڪندين پيو ڀلا ٻارن کي پڙهائڻ واري ماستريءَ ۾ رکيو ئي ڇا آهي؟"

سو امي چڙندي هئي سندس 'دهريئي پڻي' تي ابتي سبتي ڳالهين تي. الله رسول به ته هرو پرو پيا اکين

۾ اٽڪندا هئس ته...

هڪ لڳان گهڙيو هو باٿ روم ۾. ڪجهه دير ته ته اتان رڙين جي وارو وار لڳائي ڏنئين... ايڏو ته حشر مچايو هئين جو امي اٺو ڳوٺل وچ ۾ ڇڏي اچي در تي بيٺي هئس. ايڏو بي چين ٿي پڇيئينس، ”ڇا ٿيو عزيز، ڇا ٿيو؟“ اندران جواب ڏنائين، ”ڪجه ڪونه، بس گرمي ٿي لڳيم.“ اميءَ چيس، نالائق، ان تي هيڏيون رڙيون. مون ڀانيو ته ڪو...!!“

چئي رڙيون ان ڪري ڪيم جو هتي خيال آيم ته جڏهن نئين جاءِ جوڙايو تڏهن باٿ روم ۾ پنڪا هڻائڻ نه وسارجو، جو گرمي ٿي ٿئي. هتي به جيڪر ٻاهر نڪران ها ته تيتر وڃيم ها وسري...“

ٻاهر نڪتو ته چيومانس، ”عزيز، تنهنجي فڪر ۽ تدبر جو پرواز باٿ روم کان شروع ٿي وري اتي ئي دم ٽوڙي ڇڏي- واه واه. ڇا خيالن جي آڌام آهي؟“

ان تي عزيز ڏنو هو هڪ وڏو ليڪچر اميءَ جي ئي آڏو. جنهنجو تت ڪجهه ان ريت هو ته Sex کان وٺي Soul تائين سوچ جو ڦهريون سيمينار باٿ روم ئي آهي. ۽ وضاحت ڪندي ڪي اهڙيون ڳالهيون به چئي ويو هو جو اميءَ ڀ ڀ هٿ ڪري ورتا هئس.

چيو هئينس، ”مٺا الله رسول جا ڏڙيل ڇورا، ڏسين نو ڪفر بڪي بڪي سنهن جي مٽيا ئي مري ويئي اٿيئي- تنهنجي گهر ۾ پير رکڻ سان لڇمي ئي نه ايندي ماريا ٻي لڇڻا.“

ان تي عزيز ويندي ويندي چوندو هو، ”خدا رسول جو ناهيان ورتل ادي، منهن جي مٺيا ته فيراڊال جي تذر تي وڃي اٿم- پگهار پورو ئي نه ٿيو سو...“

۽ جڏهن عزيز امي جو ٽڪ بجو ڪائي پٽ ڏيندو هو ته هميشه امي اکين ۾ پاڻي آڻي چوندي هئي، ”جٽ تي ڪريانس ته هانو ٿو سڙيم. پر افعال ئي اهڙا اٿس- ڏسان پئي ته لهي به ڪيڏو ويو آهي. جڏهن چائو هو ته بابو سندس پيرا اکين تي رکي چوندو هو، هي منهنجو ڪعبو آهي ڪعبو.“

قرض ڪڻڻ لاءِ مونکي ڪيئن ڪيئن قائل ڪندو هو. ”سوا ٻه سؤ پگهار- تنهن مان هاسٽل جو بل ڀريان، ڌوٻيءَ جي ڌلائي ڏيان، ٣ ويلا مانيءَ جا ڪيان، شيو جو سامان وٺان، ٻه-ٽي فلمون ڏسان...“

آءٌ اهو سڄو پروگرام ٻڌي پئسا ڏيڻ کان لنوائڻ ڪاڻ چوندي هئس، ”ٻيلا فلم ڏسڻ ڪو هرو ڀرو فرض آهي؟“

چئين، ”پنهنجي من جا پاڻ تي به ڪي حق ٿيندا آهن آخر؟“

وراڻيئين، ”تــو ڪـــي ڪهڙي خبر؟ فلم ڏســڻ فرسٽريشن کان فرار جو سڀ کان سستو نسخو آهي ماڻهو ته پاڻ ڪي ٻرپائڻ لاءِ الائي ڪهڙا ڪهڙا جتن ڪندا آهن.“

”اها ته ڪا ڳالهه ڪا ناهــي، جڏهن سوچڻ

گهٽ ماني ڏؤ تي هجي تہ پوءِ فرسٽريشن خراب بنجي ويندي آهي."

ڪيس جوڻ ڪاڻ تہ انهن چهم ٻرندل ۽ پاڻ ئي پاڻ تي ڪلڻ لڳي هئس.

مون کي سوچيندو ڏسي چيائين، پروگرام سڄو تنهنجي آڏو آهي توڻ ئي ٻڌاءِ ڪهڙو Item واڌو يا فضول آهي جو ڪٽي ڇڏيان؟"

۽ مان ڪيس صلاح ڏيڻ لاءِ واقعي سوچڻ لڳي هئس تہ واڌو Item کي ڪٽ ڪري، ڪيس پگهار جي پورت جو ڏسيان جو آئيندي هو قرض ڪڍڻ کان بچيو رهي.

"...ڇا فلم جو پروگرام ڪٽي من جي مونجهار کي رهڻ ڏي ها. مانيءَ جي تن ويلن مان ڪٽي بہ ڪري ها. يا ڌوٻيءَ کان ڪپڙا ڌوئارڻ ڇڏي مجنون تي رستن تي هليو اچي ها. انهن Items مان ڪهڙو Item واڌو هوس آخر؟ تڏهن مان سمجهي نہ سگهي هئس سواءِ ان جي تہ، عزيز جي جان تي سفيد پوشي جو ڀرم بہ ڪيڏو نہ وبال بڻيو هو!

بيشڪ وعدي جو هميشہ سچو رهيو. هتان اجان پگهار سلندي ئي سس هئس تہ فورن اچي در تي ٽيڪسي بيهاري پهرين قرض چڪائي پوءِ ڳوٺ ويندو هو. سندس در تي بيٺل ٽيڪسي ڏسي ڇاٽي واٽي چوندي هئس، "ٽيڪسي بيٺي آهي عزيز، نہ تہ پٽ ڪارايان ٺاهوڪو."

ڪاڏي جو هو ڏاڍو شوقين. اجان هتان گهر گهرندو هو تہ هڪ نظر رڌڻي ڏانهن وجهي اسيءَ کان پڇندو

هو، ”ادي آهي ڪا شيءِ ڪاڏي لاءِ ڪن سٽائي
ئي سٽائي؟“

آءٌ وچ ۾ ئي وراڻيندي هئي سانس، ”بلڪل
سٽائي ئي سٽائي...“

سو پيءُ جو ڀڄي سندس منهن تي سچ پچ سوچ
جا ليڪا وڪرڻ لڳندا هئا... پڇندو هو، ”ته پوءِ
ٽيڪسيءَ ڪي ڪجهه وڌيڪ ڏيئي ڀيهاريان؟“

”ها... جي مهانگو نه چئيئي ته...“

پوءِ تڪڙ تڪڙ ۾ ڪوسا ڪوسا گرهه وات ۾
وجهندو ويندو هو ۽ واهه واهه ڪندو ويندو هو. ويندي
ويندي چوندو ويندو هو، ”واقعي گهر جي روٽي ڀاڄيءَ
۾ به ڪو ’معراج‘ جو مزو آهي. ۾ اسان ڀارن اياڻن
کي معراج ملي ئي ڪونه!

هڪ لڳان ڀريان ڪان ئي ڀاڻ سان هيڏي ساري
پيتي لوڏيندو آيو. چيئين، ”B . T ڪئي اٿن لازمي
ٽيچنگ ۾، سو آيو آهيان B . T ڪرڻ... ۾ رهندس
اوهان وٽ ئي- جو نڪو هاسٽل ۾ داخلا ئي ملندم
۽ نڪو ئي ڀاڻ ۾ حال ئي ساريان“.

اها ڳالهه ڀڄي، منهنجي جو منهن جو ڀنو لٿو ئي
ڀاڻ به اهو تاڙي ويو. سو چيئين، ”شڪر ڪر جو
تون ان آزار کان بچي ويئين، نه ته ١٢ مهينا مون
وانگيان گيسيءَ جو لڪاءُ پيو لڳئي ها.“ ڪامي چيوسانس
خير ١٢ مهينا لڪاءُ ته هاڻي پيو لڳندم، تون ته پڇاڙيءَ

جو سرٽيفڪيٽ به وٺيو ويندين ۽ منهنجي لکاءُ جو
ته ڪو ڪڙتيل ئي نه نڪرندو".

سمجهي ويو سو چيئين، "نه مان هرو ڀرو اوهان
کي تڪليف نه ڏيندس. چڱي عرصي لاءِ رهڻو اٿم نه."

چيم، "تون پاڻ جا تڪليف نه ڪرين اها اسان
کي ڪڙي پوندي آهي. نل کولين ته بند نه ڪرين.
رات جو ٻيڙين جا ٽوٽا اُولهڻ سڄي گهرجون بتيون ٻاري
ننڊ ڦٽائين. ڪڙيون وڄائي وڄائي دلين جا دهڪا ڏين...".

چيئين، "نه، نه، آئينده ضرور احتياط ڪندس، بس
ٻيائي وعدو..."

"هي ڏس پيتين تي لڳل لينگها... تيل هاٿيون
گاڏيون... ۽ ڇپا تيل وهاٽا. ڇڪ جا ڦالين تي رانگان.
هي سڀ تنهنجي اڻنگائيءَ جا ثبوت آهن..."

سون لڪ چپ ۽ ڪيس سندس ٻي ڏاڻي هلت چلت
جو احتياطن نوٽيس ڏيئي ڇڏيو جو آئينده گهٽ ۾ گهٽ
يا 'خيال' ڪري نه ته 'جانڻو' ئي ڪري.

بس پوءِ عزيز رهڻ لڳو هو اسان وٽ. ڪجهه
پاڻ 'سمجهه' ڪيائين. ڪجهه اسان سمجهوتو ڪيو
۽ اهڙيءَ طرح وڙهندي ڪلندي، ڊڄندي ڊڄائيندي وقت
جو وهڪرو وهڻ لڳو هو. ڪٿا اڪر اچا به هڪ ٻئي
کي چوندا هئاسين. لفظن جي ڏي وٺ ۾ اڪثر تلخي
به ٿي ويندي هئي، پر تن ڏينهن منهجا نظريا به نرالا
هوندا هئا ۽ عزيز کي به بهرحال اسان وٽ رهڻو هوندو
هو سو ننڍي ننڍي لفظي چڪرين ڪي هڪ ٻئي جي
'انا' جو سوال بڻائي وهندا هئاسين، جو تڏهن منهنجو

خيال هوندو هو ته اسين سڀئي لفظن جا ئي ٺهيل آهيون. اندر ۾ جي رکو اڳريون اٿون ته ڇا ٿي پيو! سو ڪوشش بهرحال اها هوندي هئي ته هڪ ٻئي ڪان مات نه کائجي. عزيز مونکي سلي سير ۽ مان جي سوا سير نه بچيانس ته مان به ڪهڙي؟

اصل ۾ مونکي هوندو هو پنهنجي Ego جو ڏاڍو خيال، سو ان Ego جي حفاظت ۾ اگر ڪڏهن ڪڏهن لفظي گرمي وڌي به ويندي هئي ته پوءِ Sorry ڪرڻ به ته آخر جهڙن تهڙن جو ته ڪم نه هيو نه؟

ڪڏهن ڪڏهن امي ۽ وٽ وڃي وهندي هئس چوندي هئي، "تنهنجي عزيز سان اها روز روز جي ڪل ڪل مونکي ڪان ٿي پرچي. گهڙن جا پاٽي سڪيو وڃن ان طرح ته. خبر ٿئي جڏهن تون ننڍڙي هئين ته تنهنجي لاءِ اسان ڪڏهن نه ڪيڏٽا ورتا ۽ نه گرم ڪپڙا. بابو جڏهن به حيدرآباد ايندو هو ته عزيز لاءِ ورتل سامان سان ايترو ته تنهنجي لاءِ ڏيئي ويندو هو جو اڄ تائين تنهنجا اهي ڪيڏيل ڪيڏٽا ۽ پهريل سوئيٽر سنڀالي رکيا اٿم."

آءٌ امي ۽ جو اهو بليڪ ميل وارو سوڊ تاڻي ويندي هئس، سو ان موضوع ڪان هٽي 'عزيز' کي موضوع بڻائي چوندي هئس، "پر امي، اهو ته تون به سمجهدين ته آهي ڏاڍو بي ڍنگو. هن تي ته ڪرڻ جو اثر ٿيو نه ڪيڙ جو. آخر ويو الائي ڪنهن تي؟"

.. امي رنج سان وراڻيندي هئي، "ڪرڻ ۾ ٿوئي

تہ اٹر پلا ڪٿان ٿيندس؟ نندي لاڪون ني تُرجي
ويو... نن‍ڍڙو هو تہ بابو سنڌس پير اڪين تي...؟“
آءُ چوندي هئس، ”پر امي اٿئي هرچڙو تون
اجايو ٿي ذبح ڪرين؟“
چيئين ”تون چڙپيندي آهينس تہ هانو سڙندو اٿم“
”... ۽ منهنجي جا بيعزتي ڪري منهنجو هانءُ
ساڙيندو آهي سو؟“
چيئين، ”تنهنجي ڪندو عزيز بيعزتي؟ تو ڪان
هو ڪيپائيندو آهي سو...“
”خبر اٿئي امي، اڄ ڪلهه تازو مون سان اٽڪيو
آهي. ڪلهه شام منهنجيون ساهڙيو آيون هيون تہ ويهہ
چڪر ڏيئي مون ڪان پڇيو اٿس تہ اهي ڪٿان آيون
آهن. پائڊر ۽ پير چا ڪندا اٿن ۽ پرفيوم ڪهڙو يوز
ڪنديون آهن؟“
چيئين، برابر آهي چڱو ڪڙو، پر تون منع ڪريئس ها نہ...“
”منع ڪئي مانس، پر خبر ٿئي مون کي چا چيئين؟“
امي ۽ وچان ڳالهہ ڪٽ ڪري چيو، ”پهرين تون
ٻڌاءِ تو منع ڪيئن ڪيس؟“
چيو مانس، ”ڪتل ڪاتا، تنهنجي ڏاڻ ۽ جون ناهن
اهي پرفيومز، چٽل ڪارتوس!“
تنهن تي مون کي ٿو چوي تہ، ”ڏاڻ ۽ جون تنهنجي
بہ نہ هيون. پر دعا ڪر جو جائين حيدرآباد جي آهن
گهر ۾. جي چمين ها ڳوٺ جي ڪنهن غريب جي
گهر ۾ تہ هينئر تون بہ چيٿان پئي ٿڦين ها يا اڪٿ
ويٺي اٽين ها.“

فجر ٽيندو هو ته عزيز کي لڳندي هئي ڇانهه جي باڙ. هو سدا جو ڇاولو سو ياد نه هوندو هئس ته سمهڻ مهل رات جو جتيون ڪٽ لاهي ستو، سو فجر جو اٿي اسانجي ڊپ کان سرهاڻي به اميءَ کان پڇندو هو "ادي منهنجي جتي ڪا ڏٺئي؟ الاءِ ڪٿي لاٿم؟"

ڪيترا دفعا اهي پادر منهنجي سيرانديءَ ستي ويو هوندو ۽ سون ڪيس ٽوڪيو به هوندو "جتي سمهڻ ات سٽيندو ڪر اهي گهيتلا. ان ريت منهنجي سيرانديءَ جو سٽيو وڃين سو سڄي رات خراب خواب ڏٺا اٿم..."

چيئين "خراب ذهن کي هميشه خراب خواب ئي ايندا آهن. فرائڊ ائين ٿو چوي..."

سارا کائيندي ورائيوسانس، "سون کي ڇڙي فرائڊ ڏاڙهيل ٽوسان اهي ڳالهيون ڪڏهن ڪيون؟"

چيئين، "اهو جيڪو گلاس جي زور تي Spirit کوڻ گهرائيندا آهن، سو تڏهن سون به ڪيس ڳالهه بولهه ڪئي هئي؟"

پڇيوسانس، "پهرين آيو به هئي؟"

چئي، "واه ڪاٿي دبال وانگيان اوڏي مهل اچي حاضر ٿيو."

"پوءِ پلا ڦوم جي ڏالي ڪهڙو پيغام ڇڏيئين؟" پڇيوسانس.

چيئين، "ڦوم لاءِ ته بس رکو خوابن جي تشريح ڪري ويو باقي سو تنهنجي خاصي ستي پليد ڪيائين."

"ڪجهه پنهنجي لاءِ به ته چارو هلائينس ها؟"

وراڻيئون، ”ها پڇو ھوماڻس-پر چئين تو جھڙن الله وارن جون ’جتيون‘ آهن فرشتن جي هٿ! باقي مان رڳو ماڻهن جا ڪچا چٽا پڌائيندو آهيان- سو ويندي ويندي تنهنجي نالي چڙهي ويو تہ اڄ سندس ڇوڙو پوتو ٿيان، باقي پاڻ تہ منهنجي بہ ڏاڏي لڳي!“

سوڳالهہ ٿي ڪيم تہ فجر ويل عزيزڪي لڳندي هئي چانهہ جي پاڙ. ۽ سرہاڻن ۾ اسي ڪان پڇندو هو جتيءَ جو- سو هڪ دفعو سندس اهو پڙلاءُ منهنجي ڪن بہ پيو هو، سو پنهنجي روم جي دري ڪولي چاڙي پڇهي ڇپيو ماڻس، چا ويو ٿئي عزيز؟“

وراڻيائين، ”منهنجا پادر الائي ڪيڏانهن ويا؟ ايڏاهن تہ ناهن؟“ مان اتان رڙ ڪري ڇپيو ماڻس، ”ها ها پسماڻي رکيا تمماڻ منهنجي روم ۾ اچ، اچي کڻي وڃ...“

اهو چئي منهنجي تہ اڪ اڪ مان لڳي وئي هئي پر صبح جو ڏٺم تہ سود ٽيڪ نہ هو اسيءَ جو، رڏٺي ۾ گهڙيس تہ عزيز ات چانهہ جا وڏا وڏا سرڙاڪ پئي هنيا. سون بہ اسيءَ ڪان چانهہ گهري تہ ڏيڻ جي بدران منهنجي اڳيون ڦٽي ڪري پاڻ وڃي لڳي بي ڪرت ڪي. سونکي جلدي پنهنجي اسر وارو جواب ککڻ لڳو. سو مان بہ ذت هنيون چپ چاپ ويٺي رهيس، پر اسيءَ ڪان گهڻو برداشت ٿي نہ سگهيو. سو چيئين، ”دنيا جهان جون ڏيون پڙهنديون آهن تہ ان مان گڏ پروڙينديون بہ آهن ۽ تون...؟“

”ڇو مون ڇا ڪيو امي؟“

ڇوهه مان ڇيئين، ”اهو ڪو جواب ڏيڻ جو ڍنگ هو. اسر مهل .اٿهوا ٿي الله رسول جو نالو وٺن ۽ تون...“

”پر اها ڳالهه ته عزيز ۽ منهنجي وچ جي هئي امي... ۽ اسين پاڻ ۾...“

عزيز کي چپ ڏسي مون پنهنجي پاليسي ٿورو بدلائي ۽ امي به ڇڏڻ وارن مان نه هئي سو ڇيئين ”ڪٿي ڪنهن جي به وچ جي هجي، پر ’ليڇڻ‘ به آخر ڪا شيءِ ٿيندي آ. ٻڌءِ؟“

عزيز ورتو جهٽ موقعي جو فائدو، سو ڇيئين ”ادي هڪ انگريزي قول آهي...“

مون کي پڪ هئي ته اهو قول منهنجي فائدي ۾ ڪونه ويندو ويتر ٿيندو تتيءَ تي تيل، سو ڳالهه اڌ ۾ ڪپي ڇيومانس، ”ڇڱو ڇڱو هـــاڻ ڏس ڇا ٿو ٿئي سڀ ٻڌيئي.“

پر عزيز کي پڪ هئي ته صبح ساڻ رنڊڪ ۾ مڪ جو گذر ناهي ٿيڻو، سو ڏاڍي اطمينان سان پنهنجي قول پورو ڪيئين. چئي، ”انگريزي قول آهي ته جنهنجي دولت وئي- تنهنجو ڪجهه نه ويو- جنهن جي صحت وئي سمجهو ته ڪجهه ويو- ۽ جنهنجا ’ليڇڻ‘ ويا ڄاڻيو ته هر شئي ويو!“

اهو ٻڌي مونکي ورتي ٻچان، سو ڇمڇو سڄيي چڙ مان ڇيومانس، ”ڏس دام ۾ رک پاڻ کي عزيز نه ته...“

پر امي ۽ جي ڪن تي منهنجي هڙ وڃڻ جو اطلاع پهچي چڪو هو سو هڙ وڃڻ تي ايڏو ته ماتم مچايائين جو منهنجو اتان چپ چاپ کسڪڻ کان سواءِ ڪو چارو ئي نه رهيو هو. چئي، ”ها ها هڙئي ويس مونکي

ڪهڙي خبر ته جمع سان ئي ڪي هن جا چئي جا
چهه پئسا به چڙي پوندا... دنيا جون ڏيون ڏسندي
آهيان ته پيٽ ئرندو اٿر... ۽ هي..."

اهو پڙدي موڻڪي عزيز تي ويتر ورتي باهه، سو ساڙ مان
پاسي کان لنگهندي چوندي وئي مانس، "پو هي توهر جا
سڪل چوڏا، جي وير نه وٺانءِ ته مان به سان ناهيان"

ان صبح جو ڏاڪڻيون لهندي سوچيندي وئي هئس،
"سو وٺ جهڙو اسيءَ کي ڪيئن برغلائي ويو. اڄ
مجهند سوتندي جي اسيءَ جو سوڊ ٺيڪ رهيو، ۽ پاڻ
به وجهه چڙهيو ته ڪنهن ڪنڊ پاسي ڪري ديڙات
ته زوردار پٽينديسانس رڳو وجهه چڙهي."

هڪ لڳان بابو ويو هو ڳوٺ. اسيءَ تي پڙهي مٿي سنجهان
جي نماز، سو وجهه وٺي عزيز کي چيم، "عزيز، جي سات
ڏين ته تون آءُ ۽ الطاف جيڪر شام ملهايون ٿا هوڪي."

پڇيئين، "ڪيئن؟" چيم، T_V ڏسنداسين چــاءِ
پئنداسين ۽ تنهنجون ڀيڙيون چڪينداسين."

تنهين جي منظوري سان وڃي ويٺاسين ڊرائينگ روم جي
پٽ تي. سون احتياطن روم جا پردا چڱيءَ طرح ڪيرائي
ڇڏيا جو متان ڀيڙيءَ جو دونهون يا ڏپ باهر نڪري.

عزيز پهرين ڀيڙي دڪائي ۽ سوٽا هٽي موڻڪي ڏني
سون پچڙي چئي ۽ ڦوڪون ڀري الطاف ڏي ڪئي.
۽ الطاف عزيز ڏي ورائي. اهڙي طرح ۽ رائونڊ پورا
ڪري وري ٽئين ڀيڙي دڪائيسين، پر وچ ۾ عزيز هئين
رڏ به چئي، "ان ريت پچڙيون پچي پچي جي ڀيڙيون

پيتو ته مون تي ٿيندو ٻوجهه جي چڪٽي هجيو ته سڄي
ٻيڙي چڪو، نه ته توهانجي مرضي."

چيم، ”پائي ڏس، چکيندا سين. اٿين جيئن هيئنر
چکي آيا آهيون. باقي سو تو تي ٻوجهه وجهڻ اصل
ڪونه ڏيو. جيتريو ٻيڙيو پيون اوترا پيسا گڏي وٺي
ڇڏجانءِ. بيشڪ ٽڪو في ٻيڙي مٽي جي حساب سان."

چيئين، ”پئسن جي ڳالهه ناهي، پر جي رات جو
ڪٿي پيون ته موڪا هڪ پل به هن کان سواءِ نه
سرندي. پوءِ تو تو چوانڊ ...."

جڏهن ٻيڙيءَ جو ٽيون رائونڊ ٿيو پورو تڏهن خبر
پئي مذاق ٿي مذاق ۾ اسانجي بي خياليءَ ڪري ڪا
چڻنگ وڃي پئي قالين جي نرم نرم ريشمي پشم تي
اندر ئي اندر دکي دکي هڪ گلابي گلابي گل کلين
سوڊو سڙي پسم ٿي ويو. لڳ جو مودا ويو پاٽي ٿي.
جهٽ جهٽ ڪري ٻريءَ تي چنڊو وڌوسين، پر وسائڻ
لڳائڻ جي وٺ پڪڙ ۾ اميءَ کي خبر پئجي وئي.
ٻيڙي پيڻ جي خطا ته خير شايد معاف ڪري به ڇڏي ها،
ها، پر قالين جي ٻرڻ معاف نه ڪري سگهي.

ويتر جو خبر پيس ته مون ۽ الطاف ٻ. ويهي ٻيڙيون
پيتيون آهن- سو اسان ٻنهي کي گڏي ڪتن مان ڪارايو
هو. اسين ته ماٺ ماٺ ڪري وڃي پياسين پنهنجن
هنڌن تي- باقي رات جي ڪيتري پهر تائين عزيز جا
جي چوڏا لاٿا هنئين سي اڃا به ياد اٿم. چئي، ”هاسٽلن
جا هريل ڪافر، تون گهر جي رهڻ جو لائق ناهين.

سڄو پيتو پيو آهين پر تڏهن به اها ڪتن جهڙي
ڪرت ڇڏين ڪونه "تو- توبه رب جي- ويهي قالين
سڙايو اٿس ۽ پيڙيون پياريون اٿس."

"وسن جهڙو قالين سڙيو آهي سو اهو داغ ڪڏهن
نه وسرندم." اها رات ڪافي دير امي ۽ ايندي ويندي قالين
جو پريل داغ ڏٺو هو ۽ اسان تي لعنتون وڌيون هيون.

ڏينهن ڏاڍا هلڪا سلڪا ٿي گذرندا ويا ۽ عزيز
B T ڏاڍي موهه سان ڪندو رهيو يا ائين چوان ته
عزيز کي B.T ڏاڍي موهه سان ڪندي رهي، جو پاڻيو
هو ته مٿس يونيورسٽي ۽ جي نازڪ فضا جو ڏاڍو سلوڻو اثر
ٿيڻ لڳو هو. اڪين جي جيوت به تن ڏينهن ڏاڍو جهل مل
ڪرڻ لڳي هئس ۽ منهن پر لالاڻ به ليئا ٿي پاتس.

عزيز جا ان ريت هوريان هوريان رومانٽڪ گيت
جهونگارڻ- دڙڪا سڙڪا کائي منهنجي پرفيوم لڳائڻ
سونکي بي سبب ڪين لڳا هئا. ڏاڍو پينٽ کي پنج
پيرا استري ڪري ڪلهن تي اجرڪ ويڙهي پڇندو هو
"پلا ڪيئن ٿو لڳان؟" آءٌ پينٽ ۽ اجرڪ جي تقاد
کي تنقيد سان ڏسي چوندي هئس، ڏڙ ريڊو سسي
پاڪري ۽ وري پڇين ٿو ان تي ته ڪيئن ٿو لڳان؟"

پر ڪيس هاڻي اهي ننڍيون ڳالهيون لڪائينديون
ڪين هيون. هوريان هوريان جهونگاريندو هو- "هينئڙو
منهنجو جهوري ۽ منجهه- جهجهي ٿو."

آءٌ ڪيس موقعي تي وٺندي هئس، "عزيز ٦ لئن
جو پائي، ۽ جهونگارين ٿو اهي زنانا پار، پون ٿي ڪين

ڏا منهن تي. تنهن کان پوءِ ويهي قومي نغمو ڳائڻ لڳا
منهنجي آيل ماڻهن هيڏي راڄ مان، وارو آلاپ ڪيو.“
چيائين، ”تو کان مشورو ڪنهن ورتو هو ته ڇو
پويم ٿو منهن تي يا ڇا ٿو پويم؟“
چيومانس، ”جا ڳالهه مناسب سمجهيم، سا چڱائي
سمجهي آڏو رکي مانءِ... نه مڃين ته...“
طنز سان ورائيائين، ”تون ۽ چڱائي! ان ڪتي جيڏي
قد سان جڏهن چڱائي ڪندين تون ته اهو ئي جنم
نه هوندو...“
چيم، ”نه خير— مان بنفس نفيس چڱائي آهيان...“
چيائين، ”تون جي فقير جي پڙ ۾ مائي خيريءَ جي
مسيت کان متاثر ٿي ڪا مسيت جوڙائين نه... ته به
مان پائينديس پڪ اها مسيت جتين چورائڻ لاءِ...“
تڏهن سون سندس ايندڙ نسل تي زور سان لعنت
وجهي آئنده ڪيس ڪوبه مشورو نه ڏيڻ جو پڪو پهه
ڪيو هو. ڀلا چڱائي به ڪجي ۽ چور به ٿجي سو اهو
ڪهڙو دستور؟
هڪ ڏينهن آيو ته دستور خلاف ڪجهه چپ چپ
هو. ڪجهه منجهيل ٿي لڳو. اچي بوٽ لاهي پاسيرو
ڪري پاڻ رنڊٽي جي پند ٿي ويهي رهيو. مان اٿي
اميءَ لاءِ مگن جي دال ٿي اباري جو چاق نه هئي.
صبح کان اڳ ۾ چادر تاڻي پئي هئي. دال ڏيڻ وئي
سانس ته چيئين، ”عزيز چو اڄ مائيٽو ٿو لڳي. پڇينس
ته سهي؟ ٻار سوڪي اميءَ جو اهو مائيٽو لفظ ڪين

آڏيو. سو اميءَ تي رکي پنهنجي طرفان چيائينس،
”عزيز امي تي پڇي ڇو اڄ ميسٽون ٿو لڳين؟“
پر موڊ ۾ نه هو سو ڪو ورچيو جو ني ڪجهه
ورائيائين.

چانهه جا ٻه ڪوپ ڏاهي هڪ پاڻ کڻي ٻيو ڏيندي
پڇيس، ”تنهنجا ڪلاسز ڪيئن پيا ٿين؟“

ٿورو ڇرڪيو پڇيئين، ”ڇو“ سون ڇيو، ”اونهيئن.“

ٿورو مرڪيو، پر منهن ڦڪو ڪري وري پڇيئين،
”خير ته آهي؟“ پراڻي خط جو رواجي جملو دهرائي
ڇيومانس، ”هت سڀ خير آهي. باقي اوهان ڏي سو
خير ڪونه ٿو لڳي.“

چيئين، ”جي ڦيڪ لاءِ جي رعب ۾ آڻڻ ٿي
چاهين ته اهڙي ڪائي ڳالهه ڪانهي...“
”خير سلين يا نه سلين باقي...“

پر ڏٺم هيڪر وري عزيز خيالن ۾ گم ٿي ويو. چانهه
جي باقي ۾ پانيم ته سندس خيال رجهندا ٿا پيا وڃن.
سو هيڪر وري پڇيومانس، ”عزيز انسان هڻ جي ناتي
سڌو هلي هلي ماٺهو ڪڏهن پنڙيءَ تان لهي به ويندو
آهي ۽ اها ڪا وڏي ڳالهه ناهي.“

چيئين، ”ڏس وري اها ڪتابي اشڪوچ؟“
”ڪتابي ڳالهيون ڪتابن ۾ ئي ٺيون سهڻ. اهي
صرف پڙهڻ ڪاڻ ئي هونديون آهن. هت صرف تون
۽ آئون ويٺا آهيون ٻڌاءِ ڪا خاص ڳالهه ضرور آهي؟“

چيئين، ”ڪجهه به ناهي.“ پر مون کي ويساهه ڪين
آيو سو مان اڙي رهيس، ”تون هلندي هلندي ضرور
ٿڪجي پئي آهين. مون کي پڪ آهي.“
چيئين، ”ٿڪجي پئي آهيان، پر ان جي ٻيءَ کان مان ڪڏهن
ٿڪجي ٿي هليم ئي نه...“
”پر ماڻهن جي نجات ته صرف ٿڪجي ٿي هلڻ
۾ لڪيل آهي، جو هو سڌو سنئون هلي سگهي.“
”ته پوءِ مان ڪڏهن پنهنجي مرضيءَ سان هليو ئي
ناهيان. مونکي زندگيءَ ۾ زبردستي اڳيان ڌڪي
آندو ويو آهي. مون زندگي گذاري ناهي. مون کي گذارڻي
پئي آهي...“
چيومانس، ”اهي ڳالهيون ته ڏک ڪائي دل وندرائڻ
جا پار ٿيون لڳن... ڇا مون کي واقعي ڪجهه نه
ٻڌائيندين...؟“
”ڇوان ٿو ته اهڙي ڪائي ڳالهه ناهي...“
”ڏس عزيز اسان سڀ ڌرتي جا رهواسي هڪ ئي
خمير جا جوڙ آهيون. زمين تي رهي آسمان جون ڳالهيون
ڪرڻ ”زيب داستان“ کان سواءِ ڪجهه به ناهن. سچ
ته جي تنهنجون پستيون اڄ توکي هيٺ ڌڪڻ لاءِ
آتيون آهن پڪ ڄاڻ ته آسماني رفعتون به توکي سڏي
ڪرڻ لاءِ ضرور ڪوشان ٿينديون.“
چيئين ”ڏس وري اها ڦيسڪ لڳي...... ٻاجهه
جو وڃو ڏيئي ڏکري وڻ وارن جو حال ٻيو ڪهڙو

ٿيندو؟“

”ڦيسڪ لاءِ مون ڪي ڪجهه پيو ڏنو يا نه؟
البته ايتري ته Broad-minded ضرور آهيان جو تنهنجي
ڪنهن ڪڏائيءَ ڪي نڪو ’نئون‘ ڀانيان ۽ نه ئي
’حيران‘ ٿيان...“

”ماڻهوءَ ۾ ڪڏهن تولو ڪڏهن ماسو ٿيندو ئي
رهندو آهي ۽ اها ڪا وڏي ڳالهه ناهي. ڦير ته رڳو
ڪڏهن ڪثافت جوــ انسان هئڻ جي ناتي سڀن سان
ائين ٿيندو آهي.“

چيئين، بي ڪار ليڪچر ڏيئي مٿو نه کاءُ ـ مون ۾
ڪا به ڪڏائي ناهي...“

”ته پوءِ لڪائين ڇو ٿو؟ ٻڌائين ڇو نه ٿو؟“
چيئين، ”بابا ڀڳل ڍهل جو مون کي اعتبار ناهي.“

”چڱو ڀلا وعدو وٺ...“

وعدو وٺي عزيز مونکي هڪ ڀتڪڙي پر ’نازڪڙي‘
ڳالهه ٻڌائي هئي... ڳالهه ڪا خاص نه هئي. بس تنهنجي-
منهنجي هڪ عام ڳالهه هئي. پر عزيز جو مان رکڻ
لاءِ ڳالهه جو ڪٿي پرم رکيم. نه سندس زندگيءَ ۾
ڪنهن سان ڪيم ۽ نه پنهنجي زندگي ۾ ئي ڪنهن
سان ڪنديس. باقي اهو ٻڌايان ته ان ننڍڙي ڳالهه
۾ چنڊ جو چمڪو به هو گلن جي ورڪا به هئيــ
رڃنا جو رچڻ ۽ اميدن جي آس به هئيــ تارن جي
چمڪ ۽ هيرن جي هڪار به هئي ان ڳالهه ۾. هڪ

عام ماڻھوءَ پنهنجي پاڻ لاءِ عزيز الائي ڇو سمجهيو مجهي
ٿي لڳو؟
۽ تڏهن هڪ لڳاتار عام راتين جهڙي هڪ رات
هئي. نڪا تارن جي ٽم ٽم هئي نه ئي چنڊ ئي ڪو
خاص چمڪو، پرپات اونده به نه هئي. نڪو ڪنهن جو
ڪوڪيٽو هو. بس عام راتين جهڙي حيدرآباد جي هڪ
عام رات هئي.
ان شام جو سڄو وقت ويهي گهر جي سيٽنگ بدلائي
هئم. قالين کي چنڊ ڪري لڳرائي صوفي ۽ ڪشن جا ڪور
به بدلايا هئم ٻئيون چنڊرائي پردا سڀيا هئم. چانور سوئي
پچائڻ لاءِ ٻاهر رکيا هائم. جو ايندڙ جمع جا چانورن
جي هيڪار ڦهلڻي هئي رنڌڻي پئي. جو منهنجي پنهنجي ايندڙ
ايندڙ صبح عيد جو صبح هو. ۽ هيڏي ڪم کان پوءِ
آءٌ جا الوت ننڊ پر گهڙي هئس ته گهنٽيءَ جي گجگوڙ
هٽي چرڪائي وڌو هوم. پر سون پنهنجيءَ پر سوچيو
هو ته، ”آيو هوندو ڪو پاڙي جو اڌ رنگ ماچيس جي
تيلي وٺڻ. يا هوندي ڪا ننڍڙي نينگر آئي هوندي
عيد جي ميندي لهرائڻ!“
سو خود غرض ٿي سوچيو هئم، بابي جي وس
جهڙي ننڊ ٿي خراب ٿئي. ٻارن کي چا آهي ته وقت
بي وقت پيئا هوندا.“ ان وقت ’وقت‘ جو احساس ئي
نه ٿيو هوم جوان ڏس پر هميشه کان جاهل هئس ۽ آهيان.
سو اٿي مين سوئيچ بند ڪري ڇڏيم. ”نه هوندي
لائيٽ نه وڄندي گهنٽي.“

ساڻ پنهنجو پاڻ کي داد ڏئي وري لٽ ڪوڙي سمهي رهيس. پر ڀانيم اڃا به ڪير آهي جو در وڄائي رهيو آهي. ٻڇان وڃان اٿي سوئچ آن ڪري رستي جي جي بتي ٻاري در پٽيم. سامهون منهنجو ماسات بيٺو هو سو ٽڪل منهن ۽ وکريل وارن سان. چيئين، ”عزيز جو رات ٨ لڳي ٽرڪ سان ايڪسيڊنٽ ٿيو آهي، تمام سيريس آهي. سول ۾ کڻائي ويا آهيونس. جو عزيز ويو هو عيد جي موڪل گهارڻ ڳوٺ پنهنجي ۽ منهنجي ڏاڏيءَ ڏانهن.“

ڏڪندي ڏڪندي اميءَ کي اٿاريم. ٻڌايو مانس ته ”ڳوٺان اشفاق آيو آهي. عزيز ڌڪ ڪاڌو آهي سو هت آندو اٿنس.“

امي جيئن تيئن اٿندي چيو، ”ڌڪ عزيز ڪاڌو آهي، پر دل منهنجي ڇو ٿي ويهندي وڃي؟“

دلبو ڏيڻ کاڻ چيومانس، مڙئي الله خير ڪندو امي. تون اٿ ته سهي. اسپتال ته هلون...“

۽ جڏهن اسان گهران نڪتاسين تڏهن مؤذن ٻه ’الله اڪبر‘ ڪئي هئي. سڳڻ سٺو ٿيو. اميءَ چيو دل کي ڏڍ مليوتم، سو اسر ويل اذان جي سائي ۾ اسين عزيز کاڻ اسپتال وياسين.

واٽ تي اشفاق ٻڌايو ته جڏهن عزيز کي رات ڌڪ لڳو ته بظاهر ڏسڻ ۾ ڪيس ڪجهه به نه هو. جڏهن اسپتال کڻي وياسينس ته ڊاڪٽر کي ڏسي عزيز مرڪڻ لڳو هو ۽ ڊاڪٽر به چيو ڪا خاص ڳالهه ناهي. چئن

ڪلاڪن کان پوءِ عزيز جي طبيعت بگڙڻ لڳي هئي.
هتي ڪٽي آياسين ته ڊاڪٽر جواب ڏنو. چيئون، "جي
٤ ڪلاڪ پهرين ڪٽي اچو ها ته اميد به هئي..."

رستي تي سڄي وات امي دعائون گهرندي هلي.
چئي، "ٻانگ جا ڌڻي منهنجي بابي جي گهر جو ڏيو
ٻرندو رهڻ ڏجانءِ. ياعلي، منهنجي ٻچڙن جي صدقي
منهنجن ٻچڙن جهڙي کي ڪلندو ڪڏندو اٿارجانءِ. الله
سائين، عزيز اڃا دنيا ۾ ڪجھ نه ماڻيو آهي..."

۽ جڏهن اسين اسپتال پهتاسين ته امي بي چين ٿي
وڃي وارڊ ۾ گهڙي هئي. باقي مان در تي بيٺي رهيس.
جو اندر وڃڻ جي همت ئي نه پئي ٿي. ڪجھ گهڙيون
ٻاهر بيهي دولابن سان پاڻ کي اندر وٺي ويس پر ڏٺم
ان وچ ۾ امي عزيز جي منهن تان اڇي چادر تاڻي
ڇڪي هئي.

مون کي ڏسي چادر هٽائيندي ٻاڪاريائين، "هي
ڏس امي، منهنجي بابي جو ڪعبو ڪيئن نه ڊهيو پيو
آ..." پر مون سندس آڏو هٿ جوڙيا، "خدا جي واسطي
مونکي نه ڏيکار اهو ڪعبو جنهن کي مان ڪرندي محسوس
ڪيو آ... امي مون کي نه ڏيکار."

ڪيئن ڏسان ان ٽٽل تاري کي... جو اڻ پوري
رچنا ۾ جهريل جذبو هو... وڪريل آس ۾ ڇڇل سپنو
هو... پلا ڇيوت جون امي جهوريون ٻ... ڪي ڏسڻ
جون هيون؟

